# پونر پري آڪاس

## شيخ اياز

## ايڊيشن ٽيون

جولاءِ 1995

نيو فيلڊس پبليڪيشن ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد

# پيش لفظ

منهنجو 1947ع کان اڳ جو لکيل اڻ- ڇپيل ڪلام ضايع ٿي چڪو آهي. هن مجموعي ۾ منهنجو ڪجهه 1947ع کان اڳ جو ڇپيل ڪلام، ۽ ان کان پوءِ لکيل، ڇپيل ۽ اڻ- ڇپيل، ڪلام شامل آهي.

1947ع کان اڳ جو اڻ- ڇپيل ڪلام منهنجي زهر آلود تبسم جي آڳ ۾ جلي ويو. ان لاءِ ذميوار اها بي انتها مايوسيءَ جي 'اڪر اڳيان ايري، واڳو ٿي وريام' واري ڪيفيت هئي، جنهن جو تفصيل فقط منهنجي زندگيءَ جي ڪنهن زخم پنهان کي تازو ڪندو، باقي ڪنهن خاص دلچسپيءَ جو باعث نه ٿيندو.

منهنجي بيت جي هيئت قديم شاعريءَ جي بيت جهڙي آهي، باقي ان جي موضوع ۾ جدت آهي. بيتن ۾ ڪم آندل ٻولي نيٺ سنڌي آهي، ڇو ته بيت جي ٻوليءَ ۾ فارسي آميزيءَ جي گنجائش بلڪل نه آهي ۽ هندي آميزيءَ جي گنجائش به گهٽ آهي. بيت سنڌي زبان جي منفرد صنف سخن آهن. شايد ئي دنيا جي ڪنهن ٻوليءَ جي مقفيٰ شعر ۾، هم- قافيه لفظ ائين سٽ جي وچ ۾ ملندا، جيئن بيت ۾ آهن. اِهو سنڌي بيت جو ڪمال آهي ته ان جي پهرينءَ ۽ پوئينءَ سٽ جي آخر ۾ نه قافيو آهي نه رديف، پر ان جي باوجود بيت ۾ ترنم ۽ هم آهنگي، ٻيءَ هر صنف سخن کان زياده آهي. اهو خيال غلط آهي ته سنڌي بيت ناموزون شعر آهي، جيتوڻيڪ ان جو فارسي بحر وزن سان ڪوئي به تعلق نه آهي. بيت جي تقطيع به ايتري پختگيءَ ۽ گرفت سان ٿي سگهي ٿي، جيتريءَ سان ٻيءَ ڪنهن صنف سخن جي ڪئي وڃي. دراصل سني سنڌي بيت جي تخليق نهايت مشڪل آهي، ۽ سٺو بيت اهو ئي لکي ٿو سگهي جنهن کي روح ۾ رواني ۽ ٻوليءَ تي بي انتها قدرت هجي. سنڌي بيت الهامي شعر آهي، آيت آهي.

مون سنڌي بيت کي تصوف ۽ روراياتي شاعريءَ جي ڍير مان ڪڍي، اجو اجرو ڪري، نئين رنگ ۽ روپ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اها ڪوشش ڪيستائين ڪامياب آهي، ان جو منصف مان نه آهيان.

منهنجي واين جي هيئت ۽ موضوع ٻيئي جداگانه ۽ جديد آهن. وايون فارسي بحر ۾ آهن، پر انهن ۾ قديم وائيءَ جو تسلسل آهي، جو درحقيقت وائيءَ جي صنف سخن جي جان آهي. وائيءَ ۾ اڌ سٽ يا پوريءَ سٽ جو مسلسل تڪرار، ان جي مرڪزي ڪيفيت نمايان ڪري ٿو. هن مجموعي ۾ دوهي ۽ گيت جو موضوع به ڪلاسيڪي دوهي ۽ گيت کان زياده وسيع آهي. ڪوئي به دوهو يا گيت ڪنهن به هندي يا اردو دوهي يا گيت جي تقليد نه آهي، جيتوڻيڪ مون انهن جي مخصوص مزاج برقرار رکڻ ۽ هندي آميز زبان سان انهن جي مخصوص ڪيفيت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

نظم ۽ آزاد نظم ۾ به مون ترنم ۽ نغمگي برقرار رکڻ چاهي آهي. ترنم جي تخليق لاءِ نه قافيو لازمي آهي ۽ نه نظم جي ڪائي خاص هيئت. آزاد نظم شعري ڪيفيت جو آزادانه جولان آهي ۽ نه بي راهروي، جيئن عام طرح سمجهيو ويندو آهي. دراصل آزاد نظم ۽ مقفىٰ نظم کان زياده ترنم ۽ فني صلاحيت جي اظهار جي گنجائش آهي.

مان وائي، نظم، آزاد نظم، قطع ۽ غزل ۾ زير اضافت همزء اضافت، واو عطفي ۽ فارسي لفظن ۽ ترڪيبن جو محدود استعمال اعتراض جوڳو نه ٿو سمجهان، ڇو ته گذريل ٻن سؤ سالن ۾ فارسي ۽ اردو زبان ۽ شعر جو سنڌي زبان ۽ شعر تي ڪافي اثر پيو آهي، ۽ ان کان منحرف ٿيڻ اسان جي ٻوليءَ ۽ شعر لاءِ مضر ثابت ٿيندو. ساڳيءَ ريت، مان هر مستعمل هندي لفظ جو استعمال سنڌي ٻوليءَ جي وسعت، حسن ۽ ترقيءَ جو حامل ٿو سمجهان. پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڪنهن ڌاري ٻوليءَ، خصوصا هنديءَ، جي موزون الفاظ سان تعصب، مان ڪج- فهميءَ جي نشاني سمجهندو آهيان. هنديءَ جو هندستان پاڪستان جي زياده تر ٻولين سان قريبي تعلق آهي، جنهن کان متعصب اردو دان به انڪار نه ڪري سگهندا، ۽ ان جي مروج ۽ مانوس لفظن ۾ اها شيريني ۽ لطافت آهي، جا شايد ئي ٻيءَ ڪنهن اهڙيءَ زبان ۾ هجي، جنهن جا لفظ اسان پنهنجي ٻوليءَ ۾ بي ساختگيءَ سان جذب ڪري سگهون.

غزل جي فارسي ۽ اردو روايات کان ڪڏهن ڪڏهن هٽي، مون ان کي سنڌي روايات ۾ رڱيو آهي. اِها ساڳي ڪيفيت اردوءَ جي هندي آميز غزل ۾ به ملي ٿي.

فن شاعريءَ جي معيار تي سوچيندي، مون کي شاهه جي سٽ، ’ڪنول پاڙون پاتار ۾، پونر پري آڪاس‘، ياد پوندي آهي. هر عظيم شاعر جي روح ۾ سندس پوري ماضيءَ، ۽ ان فني تخليقات، روايات ۽ فلسفهه حيات جون جڙون آهن، جي هن جي شاعريءَ جي نشونما ڪري، ان کي شگفتهه ڪنول جو رنگ روپ ڏين ٿيون، ۽ هن جي فن ۽ فڪر جي انفراديت پونر جئن پرندي، آڪاش ۾ اڏامندي تي رهي. جڏهن ’ٻنهي سنڌي ڳالهڙي‘ راس تي اچي، تڏهن هڪ فني شهپارو تخليق ٿئي ٿو. منهنجو ڪلام انهيءَ معيار تي ڪيستائين پورو آهي، ان جو منصف مان تهه يقينا نهه آهيان، پر شايد اوهان بهه نهه ٿي سگهو. منهنجي انانيت ۽ حد کان زياده خود اعتمادي (جا گهڻو ڪري هر فنڪار ۾ هوندي آهي) ۽ پنهنجيءَ تخليق لاءِ بي انتها محبت منهنجي صحيح اندازي جي راهه ۾ ضرور حائل ٿيندي، ۽ شايد اوهان جي دور جا توهمات، فن ۽ زندگيءَ جو مانوس تخيل ۽ پنهنجي همعصر جي فن کي تسليم ڪرڻ ۽ ان لاءِ تحسين جي اظهار ڪرڻ کان فطري گهٻراهٽ، اوهان جي صحيح جائزي ۽ نتيجي تي اثر انداز ٿين. نهه فقط منهنجي تخليق جو پر هر فنڪار جي تخليق جو منصف فقط وقت آهي. مان فقط ايترو يقين سان لکان ٿو تهه منهنجو فن ۽ فڪر ڪنهن بهه تقليد يا مصلحت آميزيءَ کان ڪوهين دور آهي، ۽ مون اهڙي هڪ سٽ بهه نهه لکي آهي، جا منهنجي روح جي گهراين مان چيرجي نهه نڪتي هجي.

هي ڪتاب نهه برگ سبز آهي نهه تحفئهه درويش ۽ نهه هر بينوا لاءِ آهي. هيءَ ڪويل جي ڪوڪ آهي. ڏسجي تهه اها رات جي انڌاري ۾ گم ٿي وڃي يا وقت جي هانو ۾ ٻرڇي ٿي لڳي ٿي.

- ش. ا.

# بيت

اچي اوت شراب، اتم اڄ ازل جي،
سندم روح رباب، سڪي پيو ڪنهن سر لاءِ.
سڄڻ جو ساريوم، ته آيون هيرون هنج ۾،
جيڏانهن نهاريوم، چوڏهينءَ جي چانڊاڻ هئي.
ستارن جي سيج تي، ستس ساري رات،
پڏري ٿي پريات، چميندي ڪنهن چنڊ کي.
چوسيون چانڊوڪيون، تنهنجي منڙي منهن مان،
راتين جو روڪيون، واڳون اسان وقت جون.
چئي سگهندين چنڊ، توڏي مان چو تڪيان!
ڏئي سگهندين چنڊ، مون کي پار پرينءَ جا!
چؤ، مان ڪنهن جي ڪاڻ، رلان پيو راتڙيون!
چؤ، ڪنهن جي چانڊاڻ، هرڪايو منهنجو هيئون!
آيو آڌيءَ رات جو، پرينءَ جو پڙلاءُ،
چڪڻ لڳو چنڊ جو، گهرو گهرو گهاءُ،
صدين جو سوداءُ، جاڳي اٿيو جيءَ ۾.
چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي، ستو رات سڄڻ،
چمڪيو چوڏهينءَ چنڊ سان، آڌيءَ ويل اڱڻ،
الا اسر جو سندس، منهنڙي جو مهڪڻ
هيرن ۾ ٿي جڻ، هن جون هٻڪارون مليون.
چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي، نور پري نيراڻ،
آيو پرين پاڻ، چمڪيا چنڊ زمين تي.
تون چانڊوڪي چيٽ جي، منهنجو من چڪور،
اچي ڪڏهن اور، مون سان ڳالهيون ڳجهه جون.
منهنجي نيڻان ننڊڙي، تو تائين پهتي،

تنهنجي تن سان چانڊني، ساري رات ستي،
منڙيون منهنڙي تان وتيون، اتر هير اڇي،
سڄڻ سيراندي، ميڙو مڙني جو هيو.
ڪوڪي ٿي ڪويل، چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي،
ڄڻ ساري سنسار کي ٿي ڏاري ڏڪويل،
پرينءَ سان پويل، شل رهي ساهه سپن جو.
چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي، رنگ رليل آڪاس،
رتين رتيون راتڙيون، اڏاٽا احساس،
چت ۾ چوڏهينءَ چنڊ جئن، اپري ڪائي آس،
پريان پريان پاس، آيون ڳالهيون ڳجهه جون.
چنڊ لڙهي لس ليٽ ۾، جهاڳي جهڙ جي جهاڳ،
مينهوڳيءَ جي مند آ، وسن پيا ويراڳ،
ڪٿي آن، ڪنهن جاءِ آن، واري اڄ تون واڳ،
منڙا، منهنجا ماڳ، سڄڻ منهنجي ساهه جا.
چوڏهينءَ چانڊوڪي، ويجهي آئي وس ۾
اڄ تنهن سان ترسي، ٿيو سيني ۾ سوجهرو.
ڏڪائي ويو ڏور، مون کي چنڊ چريو ڪري،
دل کان ناهي دور، دوري آهي ديد جي.
نئين نه منهنجي ننڊڙي، چانڊوڪيءَ کي چوءِ،
جاڳي جلندي جندڙي، تن من ايندو توءِ،
سور اسان لاءِ سوءِ، آندا جاڳ جهان ۾.
نهاريم نيراڻ ۾، تڪيندي تارا،
ڪٿي آن، ڪنهن جاءِ تون، پرهه کان پيارا!
چنڊ پنيان چارا، رليم ڪيئي راتڙيون.
چٽي پيئي چاٺ، ستارن جي سونهن جي،
ڪرڻن ڪئي چنڊ جي، وٽن منجهان واٽ،

لڇڻ لڳي لاٽ، ڪائي منهنجي روح ۾.
سٽيم تنهنجو سڏ، پهتس پهتس او پرين،
هيٺون اٿم هڏ، پر سهڳ ڏسين تو ساهه جي.
سهڙي آ سانجهي، اوندهه لٿي آب تي،
او منهنجا مانجهي، ساٿ نه ڇڏج سير ۾!
سيٽهه ڪنئي ساهه، پيا پور پرينءَ جا،
دکن جا درياهه، پار ڪياسي پل ۾.
ساوڻ سندا مينهن، آيو آهين ان بنا!
الا، کهڙي ڏينهن، ٻجهندي پياس پرينءَ مان!
اجا آڪيرو، تنهنجو آهه اکين ۾،
صبح سويرو، اڏري آءُ اسان ڳري.
آ ريتيءَ تي رج، الا پيار پرينءَ جو،
اکڙين سنديءَ اڄ، پٽڪايوم پٽن ۾.
گهرا گهرا نيڻ، ڪارا ڪارا پونر جئن،
پرندا رهيا پيڻ، مکڙيءَ مٺان من جي.
تي سڄڻ سار، ڳاتم ان جون ڳالهڙيون،
ڇيڙيا من ملهار، اکين آب وسائيا.
ويڙهي ويا واس، ون کي محبوبن جا،
آندا من ۾ آس، خزانا خوشبوءِ جا.
ڇپيون آهن ڇڻ، سموري سنسار ۾،
ويجهن ڪان وڇڙڻ، جلائي تو جيءَ کي.
تارن کي ترساءِ، پرين پوئين پهر جو،
سيان تو سواءِ، ناهي جس جيئڻ ۾.
جدائي جانده، پينهين ڇڏي پيار کي،
سڄڻ مون سانده، سوگهو رهج ساهه ۾.
ڪڏهن آءُ قريب، ڪرياڻءِ ڳالهيون ڳجهه جون،

اندر جا عجيب، اوريانءِ امنگ سپرين.
ڪٽي نماٽا نيڻ، منڙي ڏنو ڏک مان،
واسينگن جئن ويڻ، ڏنگيون منهنجي ڏاهه کي.
دلين جا درياهه، اٿلي پيا اوچتو،
سالن کان پوءِ ساهه، ساعت ۾ سرچي ويا.
مينهوڳيءَ جي مند آ، اٺا اڄ اتر،
وڍيو واءَ وجود کي، ڪي ڪيس ڪکر،
جيڪر پايان پر، پهچان پنهنجي پرينءَ کي.
گهلي ڏکڻ هير، پيا پور پرينءَ جا،
سيرون ڪيون ساهه ۾، اندر جي اڪير،
ڪڏهن ڪندون ڪير، ڪڏهن وهه جئن واسطا.
آئي رت رابيل جي، دل ۾ دود دکيو،
ناهي ساهه سکيو، تو بن پل ليءِ اي پرين!
آئي رت رابيل جي، پيا پرينءَ جا پور،
نينهن سندا ناسور، اندر ۾ اکلي پيا.
اکڙيون اجايل، سڄڻ تنهنجي سونهن جون،
سدا سڪايل، پرين پنهنجي پيار جون.
ورهين کان پوءِ ٿو وسين، برهه جا بادل!
ترس ته ٻه ٿي پل، پياسو آهيان پيار جو.
اڄ اکڙن جي اڄ، پوري ٿي پرينءَ مان،
روح اندر هئي رڄ، وسي بوند برهه جي.
ويا اڄ اڏي، مون کي منهنجا سپرين،
آيا گهڙي اوچتو، جن کي ساهه سڏي،
تن کان پوءِ تڏي، آهي بوءِ بهار جي.
سدائين ساوڻ، سڄڻ لاتو ساهه ۾،
گهٽائن ۾ ڄڻ، گذريون گهڙيون عمر جون.

آئي ننڊ نيڻن ڪي، اڏاڻا ارواح،
سڄڻ، منهنجو ساهه، پهتو تو وٽ پل ۾.
گهڙي جا گهاري، تنهن لاتي سڪ صدين جي،
وڃان مان واري، سهڻا تنهنجي سونهن تان.
رهي منهنجو روح ۾، سدا تنهنجي سونهن،
ورهين لاءِ ورونهن، پلڪ تنهنجي پيار جي.
ورهين ڪان واسو، سڄڻ تنهنجو ساهه ۾،
پنهنجن ڪان پاسو، مناسب ناهي منا.
ويندیسانءِ مري، ڳائي تنهنجون ڳالهڙيون،
چوندين 'هاءِ چري، سچي هئي سڪ جي.'
جيئين! تنهنجي جند جي، منڙي موسيقي،
ورهين ليءِ وڄندي، رهندي منهنجي روح ۾.
جيئين! تنهنجي جندڙي، ساري آ سرهاڻ،
تن مکڙين جو ميڙ آ، من خوبين جي کاڻ،
آڻي توکي اوچتو، قدرت منهنجي ڪاڻ،
مون کي چيو 'ماڻ، وٽ هي گل گلاب جو.'
ڇهڪي پيو چاه، مهڪي پئي مجبوبڙي،
سرهو هن جو ساهه، آهي بوءِ بسنت جي.
سوچي ڪجهه سڄڻ جو، منهنڙو مرجهايو،
سرءُ جو سايو، ٿهليو ٽانگر جي مٿان.
نگاهن مان نينهن، ڇٽي پيا ڇاٽون ڪري،
ڏني ٿيا هئا ڏينهن، محب ملي ويو اوچتو.
پرهه ڪان پيارو، منهنڙو منهنجي يار جو،
منڙو موچارو، سڄڻ منهنجي ساهه جو.
ڳوڙهن ڳالهايو، الا وقت وداع جي،
اکين ۾ آيو، سارو ساهه سڄڻ جو.

اسان ڪيئن ڪاٽيون، رسي ريجهڻ جون گهڙيون،
ڳوڙها ڳراٽيون، چميون چپ چپن تي.
جهليم هن کي جهول ۾، وجهي ڳچيءَ ڳٽ،
لهي ويس لج- پري، لبن مٿان لٽ،
پرين سارو پٽ، ڇهي ڇهان ڪيترو.
شل منهنجا محبوب، حرف نه اچي حب تي،
او منهنجا مطلوب، طلبيان توکي نت نئون.
اکڙين اڄ اڪٿ، ماريو آهه ميار سان،
پنبڻيون جهڪيون پٽ، هي جون ڏوراپا ڏئي.
چئو منهنجي چنڊ کي، رهي وڃي رات،
ڏئي وڃي ڏات، سرچي منهنجي ساهه کي.
پکيئڙو پرڏيهه جو، لنوي ويندو لات،
رهي ويندو رات، سڄڻ تنهنجيءَ سيج تي.
سدا سيلاني، آهي ساهه ’اياز‘ جو،
ڳچيءَ ۾ ڳاني، پرين وجهه نه پيار جي.
چانڊوڪي ۽ چنڊ، رهڻو آهي راتڙي،
گهڙيءَ لاءِ گهمنڊ، چڳو ناهه چڪور سان.
صديون سڪائين، گهارين گهڙي هڪڙي،
سڀاجها سائين، ويجهو آءُ وجود کان.
ڪنيڙاٽيون نه کوهه، پڄندين ڪونه پکيئڙا،
من کي ٻئي هنڌ موهه، چانڊوڪي چت مان ڪڍي.
وهي توريءَ وهه لڳي، سائين آءُ ستت،
اکڙين مان امرت، پيئان تنهنجي اي پرين.
ساريم تنهنجي سڪ، سک وساريم ساهه جا،
تن من جا مالڪ، واريم توتان جندڙي.
نهارن پيا نيڻ، سڄڻ جا سنسار مان،

پلندس ڪيئن مان پيڻ، گهاو انهن جي گهور جا!
اوڙهي آڌيءَ رات جي، شال سموري شهر،
سارو عالم پيو سمهي، اڌاٽا پل پهر،
سيرون ڪيون ساهه ۾، لڳي تنهنجي لهر،
نيٽين وهي نهر، ڳاتم تنهنجون ڳالهڙيون.
تنها راتيون تو بنا، سياري جون سرد،
منڙو منڙو درد، دکندو رهيو دل ۾.
دکندو رهيو درد، وري رڳ ۾ روح جي،
سالن ڪان هو سرد، مچ اسان جي من جو.
ڪارا ڪڪر اڀ تي، وسڪارا ۾ وڄ،
منهنجا منڙا، هن گهڙيءَ، چاتيءَ ڪان نه ڇڄ،
مون سان پيهي پڄ، برساتين ۾ برهه جي.
اصل يار اڪين جي، ٻي آهي ٻولي،
سڄڻ ليءِ سولي، ڏکي ساري ڏيهه لاءِ.
پيارا پيارا پل، وسري وسرن ڪينڪي،
سوگهي جهليم ساهه سان، ڪا منڙي مومل،
ڇميم جنهن جا چاهه مان، ڳوڙهن پريا ڳل،
الا وقت اجهل، لتاڙيءَ لک عاشقيون.
الا، چوڏهينءَ چنڊ جيئن، محبوبن جا ميل،
وهامي وئي ويل، رسي ويڙيم راتڙيون.
تنهائيءَ جا تير، ڪتا منهنجي ڪيپ ۾،
چڪي پهتي چت تي، آيا نيٽين نير،
تڙقي وئي تقدير، گهوري منهنجي گهاو کي.
الا ڏس ته الا، جا ٻاريا عشق اندر ۾،
برهه هيئين پلا، جلايو چو جيءَ کي!
مان ٻڙچي مان گهاءُ، مان ئي وار وجود تي،

مان ئي هان پڇتاءُ، مان ئي پيار پرينءَ جو.

مڙهيون ٻوٽيون من، مٽجي وييون مورتيون،
دلين ديپ وسائيا، دونهاٽيا درسن،
وسري ويا وچن، آخر پوڄا پريت جا.
چانئٺ ڪي چمي، گهر ۾ ڳوليم گهڙگهرا،
ويو آهيان هتڙي، ڪيئي سال سمهي،
ڪتيون جهلي ڪچ ۾، تارن سان ترسي،
پرڙن تي پوپٽ جي، ويو وقت اڏي،
ڪاجا واء لڳي، پن نه مليو پن سان.
اکڙين منجهه اجاڙ، نگريون تنهنجي نينهن جون،
پل پل آهه پهاڙ، جڻ واريءَ ۾ وقت جي.

اسان تي الزام، آندا جڳ جيئڻ جا،
جن جي روز جواب ۾، جرڪيا منهنجا جام،
الا، ڪڏهن عام، رسندا منهنجي روح کي.
شفق اوڙهي شام، پهتي تنهنجي پار کان،
مهڪڻ لڳي ميءِ منجهن، جرڪڻ لڳا جام،
پيئڻ جا پيام، سانجهيءَ آندا ساهه ليءِ.
پيئڻ ۽ جيئڻ، متو متوالن جو،
پيري ساڻ پرڻ، سرڪيون تنهنجي سونهن جون.
پيتي ڙي پيتي، پيالي اسان پريت جي،
بدلي نشي نينهن جي، نيت ۽ نيتي،
هارائي جيتي، بازي اسان برهه جي.
برهه جا پياڪ، چڪيون چاڙهن چنڊ مان،

ستارن جي سنگ ۾، راتين جا رولاڪ،
مٺجي ٿيا ماڪ، ڳوڙها ڳاڙي ڳجهه ۾.
سوري آڻ ستار، سڄڻ منهنجي ساهه جا،
سر ڪي سر جي سنگ ۾، ڏڙ ڪان ڏريان ڏار،
رچي وڃي راڳ جي، لونءُ لونءُ منجهه لغار،
ازل جا اسرار، تڙڦڻ لڳن تند ۾.
چري پيو چنگ، جهري پيئي جندڙي،
رکي رکي روح ۾، ڏکي پيو ڏنگ،
سڄڻ تنهنجو سنگ، وسري وسري ڪينڪي.
وندر منهنجي واٽ تي، ڳولڻ ۾ ڳائڻ،
تتيءُ ٿڏيءُ تند سان، نينهڙو نيائڻ،
پرينءُ ڪي پائڻ، رلندي پنهنجي راڳ ۾.
سر پيارو آ ساهه کان، تن ڪي منڙي تان،
آهي پنهنجي آن، راڳيندڙ جي روح ڪي.
آيو نيٽين نير، ڳوڙها ڳڙيا ڳجهه ۾،
هارايو مون هٿ الا، دلن ڪيو دلگير،
دل ڪي آيو ڏير، ڳائي تنهنجون ڳالهڙيون.
ڳالهيون هن جون ڳائٹا، ڳوڙها آٽي ڳاءِ،
رک ۾ منهنجي روح جي، ڄيون ڪي ڄرڪاءِ،
رتين رتيون راڳٽيون، سازن سان سرچاءِ،
سر ۾ پوئين پهر جو، سارو سوز سماءِ،
راتين منجهه رچاءِ، رمزون پنهنجي روح جون.
سارو عالم پيو سمهي، جلي منهنجي جاڳ،
ازل جي آواز مان، روح ٻڌايا راڳ،
پڙڪيا الا آڳ، جرڪڻ لڳي جندڙي.
جهوري پيئي جهانجهه، جيڏيون منهنجي جيءُ ڪي،

سهڙي آهي سانجهه، جهڄندي جنهن جي جهانءَ ۾.
ناهي ڪوئي ڳائڻا، ڳائڻ جهڙو ڳڻ،
سائين، مون کي سڻ، ڏمندو رهه تون ڏن ۾.
ازل جا آواز، اچن ٿا اڄ رات جو،
وسن ٿا ويساهه ليءِ، سؤ روحاني راز،
صديون ستل ساز، وڄن ٿا وجود ۾.
اڄ ته ازل جي اڄ، مٺجي ويئي من مان،
سامهون ساري سڄ، وسي وئي وٽڪار سان.
جڻ ازل جي آڳ، جلي پيئي جيءَ ۾،
مرڪي پيو ماڳ، شعلن جي شعاع ۾.
نسريو تنهنجو نينهن، وسري واٽ وجود جي،
محبت مون کي ماڳ جي، سانوڻ سندو مينهن،
آهيان راتيون ڏينهن، پانڌيئڙو پرينءَ جو.
پرهه جو پرواز، ڪيو ساهه سڄڻ ڏي،
ڪل رمزون ۽ راز، ڪلي پيا ڪن ۾.
پرهه جو پيرو، ڪٺي پهتو جڻ پرين،
سهڻو لڳو سج ڪان، صبح سويرو،
ويو انڌيرو، چؤڏاري چٽاءُ ٿيو.
اچي ٿو آواز، پرينءَ جي پيرن جو،
ڪو روحاني راز، سري پيو سانت ۾.
پرينءَ سندي پيچري، پيو آهيان پنڌ،
هيئون، انهيءَ هنڌ، پهتو پيرن کان اڳي.
او منهنجي منزل، رلائين ٿي روح کي،
ويجهو اچي واٽ تي، ڪڏهن مون سان مل،
دڪڙن پري دل، پيرين پجان ڪيئن مان!
چمڪي وڄ وجود ۾، ڏنم پرينءَ جا پير،

اونده ۾ اوير، منجهايو هو ماڳ کي.
ڪلي ڪير ڪنوڻ، چمڪائي ويو چِت ۾،
صدين لاءِ سڄڻ، ڏيو سيني ۾ سوجهرو.
ساري رات سڙي، سوچ اسان جي سچ لاءِ،
اڇي نڪري شل الا، جنهن سان جان جڙي،
ڳوڙهن منجهه ڳڙي، وڃن وهم وجود جا.
سدائين سوداءُ، سانديم تنهنجو سمجهه ۾،
او اڻ ڄاتل آءُ، ڄاڻو منهنجي ڄاڻ جا.
آهيان راڳيندڙ، ڪنهن روحاني راز جو،
ڪيو سر سگهڙ، روح رچي ويو رمز ۾.
ستارن سان رات، چوريم ڳالهيون چندڊ جون:
ملندي ڪئين نجات، سونهون ناهيان سونهن جو.
آڌيءَ رات الله، ڳائي پيو ڳجهه ۾،
سڻي پيو سانت ۾، ستارن جو ساهه،
نغمي جي ڪا نهر جڻ، اڻلي آهه اٿاهه،
ماڻهوئڙا ۽ ماهه، سيئي آهن سير ۾.
موڙي ڪيو ميڻ مون، پهڻن جهڙو پاڻ،
سڄڻ اڄ تو ساڻ، اوڙهي آيس عاجزي.
سليا ڪنهن نه سوال، سانديا جي مون ساهه ۾،
ڏاهپ ساري ڏيهه جي، سونجهيم صديون سال،
خلوت منجهه خيال، جلن روز جواب لِءِ.
پڃري تي پاڇا پيا، چمڪي تي چوڏس،
پکيئڙا پر وس، ڦتڪڻ لڳا قيد ۾.
پڃري ۾ پيهي، آئي بوءِ بسنت جي،
پکي پرڏيهي، پرڙا پتوڙڻ لڳا.
ڦٿڻ لڳو ڦاڳ، آئي بوءِ بسنت جي،

سڄڻ منهنجي ساهه کي، ويڙهي ويو ويراڳ،
ڪٿي منهنجو ماڳ، ڪٿي منهنجون منزلون!
الا اڄ ته اڏامر، پڙڪو ڏيئي بند مان،
آيا اتر- واءُ تي، پرينءَ جا پيامر،
ڪيئه ڪيئن قيامر، پکيئڙا پرڏيهه جا!
روحن جي راحت، پکيئڙو پرديس جو،
اڏرڻ جي عادت، ان کي آهي اصل کان.
اڪيلو آهيان، ماڻهوئڙن جي ميڙ ۾،
اڃا ڄاتم ڪينڪي، ڇو آهيان ڇاهيان،
آهيان يا ناهيان، سو ٻه نه آيم سمجهه ۾.
ڪيئي ڳالهيون ڳجهه جون، ساهه اندر سانيم،
ٻاهر نه ٻاقيم، محرم منهنجي مام جا.
محرم منهنجي مام جا، اچي ڏي آواز،
روح سريلا ساز، ترسايا تنهنجي ڪري.
دکي پيو دونهون، ويڳاڻن جي واٽ تي،
شايد ڪو سونهون، پيو پنڌ پرينءَ ڏي.
ڪٿي آن، ڪنهن جاءِ تون، ڄاڃيم سارو ڄاڳ،
دلبر تنهنجو دڳ، پانڌيئڙو پڇندو رهيو.
آيو پوئين پهر جو، اندر مان آواز،
سمهي پيو ساز، نغما نڪتا اوچتو.
نغمان نڪتا اوچتو، سهڻا سهڻا سر،
اچي ڪير اسر، ريجهائي ويو روح کي.
ريجهائي ويو روح کي، ڏيئي ويو تسڪين،
ڪري ويو ’ڪين‘، منهنجي ’مان‘ کي من گهريو.
جيئن مڪڙيءَ کي ماڪ، چمڻ اچي چاهه مان،
آياسين تيئن اوچتو، اورانگهي افلاڪ،

خوشبو آ خوراڪ، سائل آهيون سڪا جا.
ملي منهنجي من کي، دکن جي دولت،
اچي هر آفت، وڏا هار هنئين کي.
منهنجي دل جو دکڙو، اڄ ڳوڙهن ۾ ڳول،
موتين سندي جهول، سونجهي ڏس او سپرين.
پرين پڪارينم، ننڊ وني وئي نگري،
متان تون مارينم، ويسر سان وچ واٽ تي.
متِي ميءِ مجاز جي، پل پل پياريوم،
اکڙين مان اوتيوم، سرڪيون سندم ساهه ۾.
پياري پرولي، سهڻي هن سنسار جي،
ستارن جي سونهن سان، چنڊ پري چولي،
هيرن ڏني هنج ۾، لونءَ لونءَ کي لولي،
نظارا ها ننڊ ۾، مون اک جڏهن کولي،
نه کي سکن سيج هئي، نه ڏکن جي ڏولي،
هيءَ ڳجهارت ڳولي، ڪنهن ڪنهن ڏاهي ڏيهه ۾.
راڻو منهنجي روح جو، ماڻي ٿو مومل،
ليئا پائين ٿو لڪي، اڙي يار اجل!
ترس ته ٻه ٽي پل، سجڻ آهي ساهه سان!
پڪارين ٿو پار کان، آهين آخر ڪير؟
واريءَ مٿان وقت جي، پسيم تنهنجو پير،
منڙي تنهنجي مرڪ آ، وٽندڙ تنهنجو وير،
آهي ڪهڙو دير؟ اجل، آءُ اسان ڳري!
جسو جوڙيئه اي خدا، مٽيءَ جو منهن،
پوندو جو نه ڪڏهن، منهن تي معمارن جي.
لهرين ۾ لڙهندا، مليا سي وچ وهڪ ۾،
سجڻ ساهه سندا، ساٿ نه رهندو سير ۾.

تون سوري تون سڌ، تون ئي ساهه سريءَ ۾،
تون ئي مون سان گڏ، تون ئي منهنجو مٺ گهرو.
گهر گهر تنهنجا گهنڊ، من من ۾ تنهنجي مڙهي،
مان سپنو تون ننڊ، ڳوليان توکي ڳجهه ۾.
ڏئي ڪوڙهئي کي ڪير، چميون ٻهه ٿي چاهه مان؟
سڄڻ توسان سير، ڪري ڪير ڪنڊن تي!
ڪنهن جي ڪوجهائي؟ سڄڻ آ هر ساهه ۾!
چاندوڪي چائي، اسان اونده اوٽ مان.
واسينگن جي واٽ، آهي سفر سچ جو،
ڪيئي ٿيا ڪاٺ، هلندي حبيبن ڏي.
سڏيو سدا ساهه کي، سچائيءَ ۽ سونهن،
وندر ۽ ورونهن، مون ليءِ پيچو پرينءَ جو.
واريءَ منجهه وٿاڻ، سانجهيءَ آندا سانت ۾،
لهندي سج جي سون سان، ورسيا پينگا پاڻ،
جرڪي منهنجي جاڻ، اڻ جاتي جي آڳ ۾.
ايي آهه ڪجور، اکيون وجهي اپ ۾،
اچي پيو عرش تان، نهريون ڪري نور،
چنڊ چريءَ کان دور، پاڙون ٿس پاتار ۾.
هيءَ جهرٽي جي جهانءِ، ۽ هيءَ باک بسنت جي،
سارو عالم پانءِ، رچي ويو راڳ ۾.



جاڳ پڻائي گهوٽ! سنڌڙي تي توکي سڏي،
مرن پيون مارويون، قابو آهن ڪوٽ،
اڄ ته تنهنجي اوٽ، ڏاڍن کي ڏاري ڇڏيون.

پرسان تنهنجي پٽ ڏٽي، جهلي بينس جهول،
ڏنئي ٻه ٽي ٻول، سخي منهنجي ساهه کي.
ڪٿا ڪنيم ڪيچ مان، ڪليا تنهنجا ڪيت،
مون وٽ مڙئي بيت، تو وٽ آهن آيتون.
وري چوريان چنگ، صدا ڪريان سنڌ ۾،
ڪونهي اج ڪلام ۾، سر جو سر سان سنگ،
پريان آءُ امنگ، ڪريان لات لطيف جي.
ڏنيون مون کي ڏات، ڳوڙهن پرريون ڳالهڙيون،
لنوي منهنجي لات، ڏکڙا ساري ڏيهه جا.
چپن چورايو، ازل جي آواز کي،
مهرون لڳيون منهن تي، ڳوڙهن ڳالهايو،
پرين پهچايو، اسان نياپو نيهن جو.
ماڻهو منهنجي ملڪ جا، ابوجهه ۽ اڻ ڄاڻ،
ڏکن ڏڏيون جهوپڙيون، بکن پريا پاڻ:
الله، تن ۾ آڻ، ساجهه پنهنجي ساهه جي.
اندر منجهه اٿاهه، محبت ماڻهوئڙن جي،
پاڇو آهه پرينءَ جو، تن جو سهڻو ساهه،
جيڪو چميون چاهه، ڏيان ساري ڏيهه کي.
منڙو آ هر چيز کان، سنگهارن جو ساهه،
پٽيون ٻڌن پيٽ سان، ٿين بکن ۾ پاهه،
ڏيکاريان ڪيئن ڏکين کي، چاندوڪي ۽ چاهه!
ڪٿي آهه الله، انسانن جو آسرو!
ننڊڙيءَ نينگر واٽ تي، ويٺي واجهايو،
الله ۽ انسان جڻ، ٻنهي ٻاڌايو،
پينوءَ پهچايو، ڏاڍو ڏک ضمير کي.
ڪٿا ڪنيءَ ۾ ڏسي، رني ڪونه ڪچي،

لوليءَ منجهه لڇي، ممتا ساري ماءُ جي.
سدا آهي ساهه ڪي، ٻڍي جي ٻولا،
ڍو بنا ڍولا، ناهي ساجهه سونهن جي.
پوي ٿو پارو، ڪنبڻي آهه ڪتين ۾،
ويني ڪٽيو ولهه ۾، سڄڻ سيارو،
جيءَ جو جيارو، انهن نانءُ الله جو.
وڌم ڏکن ڏاڻ، سک نه سنيران سپرين،
سوچي هن سماج تي، ڪڏي ڄڀيون چاڻ،
ڊاهي ڪريان ڍير هي، بي معنيٰ مانداڻ،
سڄڻ اڄ مون ساڻ، ته اڻڪون اڄ انياءَ سان.
ڏسي ڏکيا ڏيل، ڳوڙها ڳل ڳڙي پيا،
بکن بيمارين ۾، آزاريل عليل،
زر ۽ زور ذليل، ماڻهوئڙا ڪيا ملڪ جا.
ڏنم وجهي واجهه، جهاتيون پائي جهوپڙيون،
ٻهه ٻهه ڪئي ٻاجهه، منهنجي منهن جي ماڻ ۾.
سنهيءَ سنهيءَ بوند، سڄڻ ڪي ساڙي وڌو،
اڳيئي اڻ هوند، ويتر جهرين جهوپڙيون.
رتي ناهي رت، چورون مڙيون جندڙيءَ،
ساٿي اٿ ستت، ته ساڙيون هن سماج کي.
ڇڳي ڇپر ڪٽ، آيو تاءُ تڏيءَ ڪي،
ساون ڪاڏي سٽ، سڄڻ سر متي ڪيو.
جلي ڪيسين جوت، واچوڙا ويڙهي ويا،
ڳاراٽا ڳڻ ڳوت، لتاڙي ويا لاٽ کي.
چڙهيل آهي چؤطرف، زنجيرن تي زنگ،
جسو جڪڙيل جبر ۾، ايذايل امنگ،
ديوارن مان دانهن ٿي، چوريو جو مان چنگ،

رچي ويو رنگ، قيدي ڪوڪارڻ لڳا.
پرچي ويڙا پڻ ۾، اڪڙيون اوجاڳا،
ساڳي ڪاري راتڙي، ستارا ساڳا،
صبح سياڳا، تو ليءِ تڪيان ڪيترو!
او ڏرتي، او ماءُ، تنهنجي ڪهه منهنجون اکيون،
سر ۾ تون سوداءُ، رڳ راڳ تنهنجون راڳڻيون.
او ماڻهو، او ياءُ، ڪارو گورو تي ڪنين،
شال اهو انياءُ تو ۾ آٽي ماڻهپو!
الله، هي انسان، رتي تنهنجي روح جي!
نسورو نادان، ڏهڪائيندڙ ڏيهه جو.
ڇڻنگون اڏاڻيون، ڪڏهن ڪنهن ڪنهن مچ مان،
ينيٺ متا برهه جا، خدايون ڪاٽيون،
جڏهن وساڻيون، صديون سرد ڪري ويون.
جيئون تنهنجي جند سان، مرون تو سان ماءُ،
ڳوڙها ڳاڙ نه سنڌڙي، وري ورندو واءُ،
جرڪن پيون چنڊڙيون، تن مان آهي تاءُ،
لونءَ لونءَ منجهه لڳاءُ، سڀ ڪي آ ساڻيهه جو.
ڪؤنسي پئي ڪل، ڳوڙهن ڳانيڙ چپ سان،
ظالم متان ذل، ٻارڻ نه ٻاري وجهي.
ڪيسين آخر ڪوس، ڏوران ڏسجي ڏيهه جو؟
سڄڻ اسان سوس، پليو تنهنجي پيار جو.
آهي اڄ اٽاٽ، پرينءَ پانڌيئڙن جي،
جاڏي تاڏي جبر جي، ڏڪي پئي ڏاٽ،
ڪوڙ ٻڌايا ڪاٽ، سوريءَ سري سچ جي.
ٿڪرن متان ٿاڪ، آهي سفر سچ جو،
سدا جوڪو جيءَ جو، نه ڪي هوند نه هاڪ،

چڱا سي چالاڪ، جن سانڍيو ڪوڙ قلوب ۾.
واسينگن جي واٽ، آهي سفر سچ جو،
ڪيئي ٽيا ڪاٽ، هلندي حبيبن ڏي.
سوچيو اٿم سؤ دفعا، ٽيان ٽائينڪو،
اورانگهيان نه عام ڪي، لنگهان نه ليڪو،
چاڪان هي نيڪو، ڪنيو ڏات ڏکن جو!
پري منهنجو پنڌ، رڻ ۾ منهنجون راتڙيون،
ساٿي تو سوڳنڌ، موٽي وڃ وچ واٽ تان.
اکين مان آهون، نڪتيون نهوڙين جون،
درديليون دانهون، مليل هيون ماٺ ۾.
پرينءَ سندي پيچري، لکن ڪنئين لاٽ،
ڪيئي ڳچيون ڳاٽ، اوندهه ويڙهيا واٽ تي.
چاندوڪي ۽ چاهه، منزل ماٺهوئڙن جي،
اونده ۽ اوڙاهه، ويڙهي ويو وچ واٽ تي.
پهچي ويو پانڌي، ڏيئڙو ڪٽي ڏاهه جو،
اوندهه ۽ آنڌي، رهيون تڪينديون تنهن کي.
جئن جبلن تي جهڙ، تئن تو محبت من ۾،
اصل ڪونه اکڙ، اکر تان اصول جي.
ٽاندن تي ٽليا، پانڌي تنهنجي پريت جا،
وچڙيا هر ڪنهن وچ سان، ڪنوٽين تي ڪليا،
توسان نيٺ مليا، سٺون ڏئي ساهه جون.
سهسين سورج چمڪيا، ڪيا چنڊ چٽاءَ،
ماٺهوئڙن مٿاءَ، اجا اوندهه نه لٿي.
سيبايم نه ساهه کي، کهنبو ڪتوري،
ڏولاوا، ڏوري، چوندي وتم چاهه مان.
اوندهه تي اولا پيا، لچندي رات لڙي،

ساهه نهوڙيو سوچ ۾، تارن ننڊ تـڙي،
جنهن ۾ اک اڙي، سامهون آ سو سوجهرو.
سانديا منهنجي ساهه، ڏکڙا ساري ڏيهه جا،
عالم، تنهنجي آهه، لڇندي منهنجي لات ۾.
جي ماريءَ جي مام تي، ويا سي نه وريا:
چوڳي لاءِ چريا، قبولين ٿو قيد کي!
پني پئي واٽ تي، ڪالهه چِني چوري،
لڳل هئي لوري، پل پل تنهن کي پيٽ جي.
نـڙي نياڻيءَ کي پئي، روٽيءَ لاءِ رڙي،
تـڙيءَ تي تـڙي، هوند ڏني اڻ هوند کي.
اٿ اٿ تندون ٿوڙ، سيني منجهان ساز جون،
راحت آ رت چاڻ ۾، وينو خون ولوڙ،
ڏڙ ڳولي لهه ڏوڙ مان، جن تي جڳ کي جوڙ،
ماڻهو مورک موڙ، پٽ تي واڳ ورهين جي.
لڳي سجڻ سنگ، چڏي ساري سات کي،
پرينءَ جا پتنگ، سڙندا رهيا سانت ۾.
آڌيءَ رات اسات، سرتيون مون کي سونهن جي،
تارونءَ پهتي تِک سان، لونءَ لونءَ اپري لاٽ،
ٻنيي نڪتي ٻاٽ، سپ سپ آندو سوجهرو.
پيئان سا پريات، جنهن ۾ آس اساٽ جي،
لوچي ڪائي لات، ڏيان ساري ڏيهه کي.
اڻي اوت سجاڻ، پيئان جيئن پريات جو،
آءُ انهيءَ کي آڻ، جنهن ۾ آس اسات جي.
پياليءَ پياليءَ پيٽِ، جنهن ۾ آس اسات جي،
آءُ مدايون ميٽِ، ڳائي منهنجون ڳاٽڙا.
وري ڪنهن جي وک، ڪڄي پئي ڪيپ ۾،

آيو چوڏهينءَ چنڊ تان، ڏوران ڏئي ڏڪ،
تارونءَ وڏي تِڪ، مون وٺ پهتو مون پرين.
آءٌ اهو انسان، جنهن لڏي سان لائون لڏيون،
ڌرتي، تنهنجو ڌيان، رهيم پوءِ پيي روح ۾.
تاڻيان ٿو مان تند، ماڻيان ٿو سک ساز جا،
آڻيان ٿو آنند، ڏکڙن ڏڏي ڏيهه ۾.
آهيان تنهنجي امن جو، راڳي ويراڳي،
جاڳائي جاڳي، جڳ ۾ تنهنجي جوت مون.



# دوها

آهي تنهنجيءَ ياد جي، ايئن گذريءَ ۾ گونج،
آڪيري مان جيئن وڃي، اڏري ڪائي ڪونج.
نيڻن مان جو نئن چلي، ڪک پن تي ويا رنج،
نڪتيون تنهنجون ڳالهڙيون، جئن پاٽيءَ تي هنج.
ان کي تنهنجيءَ پريت جي، پجڙي جي آ هير،
من جي مئنا تي اچي، اڏري سانجهه سوير.
ٻک تي نڪتي باک ۾، ڏک ۾ گذريو ڏينهن،
ڇڏ هي سک جون ڳالهڙيون، پنهنجو ڪهڙو نينهن!
پهتو من ۾ پار ڪان، جيئن چوليءَ جو چوهه،
ويجهي آئي جو ڪنڌي، مانو تي ويو موهه.
هي ڌرتيءَ جي ڌرتتي، تتو هانءُ هي هاءِ!
ڪنهن جي چڳ جي ڇانو ۾، ويهي رهه پل لاءِ.
پڇو پيون چا پاڙي واريون، پلا اسان جي بات،
چڙي ويو آ چنڊ اسان سان، رسي وئي آ رات.
پري هلي ڪجهه پريت ورهايون، جيءُ لڳايون جهٽ،
هلو ته سائين ڪنهن ڪڪريءَ تي، ڪٽي هلون هيءَ ڪٽ.
سڄڻ نه آيو ساوڻ آيو، منو اسان کي مينهن،
بادل برسيا نيڻ نه ترسيا، نار وهايا نينهن.
ڦري گهري هن ڦلواڙيءَ ۾، جڏهن به ڪٽنديڻ نيڻ،
پن پن ڏينديءَ پيار اسان جا، وڻ وڻ ڏينديءِ ويڻ.
منڙا منڙا ماڻهو، تن جا پيارا پيارا نانو،
آيا، ڇايا منهنجي من تي، جيئن ڪڪريءَ جي ڇانو.
بسنت رت جي باک ڦٽي آ، ڏکيو لڳي هي ڏينهن،
پريت پراڻيءَ ليءِ چو روئون، نئون ڪيون ڪو نينهن.

ڪير نبيري جڳ جا جهڳڙا، تون بہ ٿيو آن تنگ،
هل تہ ”اياز“ هلون اڄ نڪري، ڪنهن سهڻيءَ جي سنگ.
اڙي اسانکي وجهي وڇوڙو، گهڙيءَ گهڙيءَ ۾ گهاءُ،
ڪڏهن اسان وٽ آءُ، الا تون ڪلي اسان سان ڪاءُ.
ڏنا ڏنا ڪنهن، ڏنا ڏنا ڪنهن، منا منا هو چپ،
ڪجي هٽي ويا ڪپ اسان کي، ڪجي هٽي ويا ڪپ.
ڳڙيا ڳلن تي هن جي ڳوڙها، ڪري ڪجل جي ڏار،
گهاو ڪري وئي اهڙا گهرا، ڪنجي ڪيئن ڪٽار.
اڏري آئي انهن تي اک اک، نظر نظر آ جهار،
چپ پرينءَ جا اهڙا، جهڙي ڪچي ڪچي ڪچنار.
جهونجهڪڙي ۾ جر جهڙي، جنهن سرهي سرهي روءِ،
پرين اسان جو جنهن جي تن ۾ ڪوريءَ ڪنگريءَ بوءِ.
مڪڙيءَ مڪڙيءَ جي مک تان، بس چميون وتيون سي چار،
پرين، اسان جو آهي سپ سان، پوپٽ وارو پيار.
هو روهڙيءَ ۾ روح رهاڻيون، هو راتيون هوءَ ريت،
چيي پئي اڄ تائين مون کي، چاتيءَ ۾ ڪا چيت.
ٺٽي نگر جي رات اسان کان وسري ناهي يار،
ڪيئن مڪليءَ جي ماٺ مٿان ٿي چنڊ ڦريو چوڌار!
گهاٽ گهاٽ تو توکي ساري، سکر نہ ايندين يار!
ڪڏهن پتڻ تي پريت ڪنداسي، ڪڏهن نديءَ جي پار.
لڳي نہ توکي لوءَ مسافر، لانديءَ ۾ ڪجهہ ليٽ،
تپي وڃي تو باهر تن من، چيي پيو اڄ چيٽ.
تو سان پريت لڳائي جڳ کان جدا ٿيو ائين من،
وڇڙي ويو جڻ واچوڙي ۾، ڇٽي پيپل مان پن.
چوڏهينءَ جي چانڊوڪي آهي، پرين بہ آهي پاس،
توکي ڇا ٿيو آ منهنجا من، تون ڇو آنهه اداس!

رت بدلي آ، رات پني آ، پريت ڪيو ڪجهه پريت!
نانهه رسڻ جي ريت روا اچ، نانهه رسڻ جي ريت.
سک جا سپنا ڪيئي، جن سان جڳ مڳ ڪري جهان،
روح نه پنهنجو ريجهي ڪنهن ۾، ڳولي چا نادان!
نينهن وڏو نادان اديون ڙي، نينهن وڏو نادان،
چين نه پائي روئي ڳائي، گهڙيءَ گهڙيءَ انسان.
پيار نه ڄاڻي پار اديون ڙي، جتي لڳي ويو جيءُ،
نه ته چا ڄاڻي ڪنهن ڪيچيءَ مان، هوءَ ڏوٻيءَ جي ڌيءُ.
ويا خوشيءَ سان جنهن تي ڪامي، پتنگ سپ پنءُ سٽ،
اِجها اجهامي، اِجها اجهامي، اِها ڏيئي جي وٽ.
اڏري اڏري ٿڪجي پوندين، ڪنهن سان تنهنجو پيار!
چنڊ نه ڪنهن جو يار پکيئڙا، چنڊ نه ڪنهن جو يار.
بهشت چاهي، دوزخ چاهي، ڇڏي اِهي ويچار،
منڙي منڙي ننڊ پرينءَ جي، پاسي ۾ ڪر يار.
آئي سانجهي موٽيا مانجهي، ماني تي منجهڌار،
وئي وڳر ڪان وچڙي جا، تنهن آڙيءَ ڪئي پڪار.
آئي سانجهي موٽيا مانجهي، ماني تي منجهڌار،
آءٌ ڪنڌيءَ تي وينو سوچان، ڪائي سڌ نه سار.
سجڻ نه آيو ساوڻ آيو، چائي گهٽا گهنگهور،
اجا وتي ويڳاڻو ڦرندو، منهنجي من جو مور.
رات ڪنڌيءَ تان ڪوهيري ۾، ڪئي پئي ڪنهن لات،
منهنجي من کي مات ڪيو جنهن، منهنجي من کي مات.
صبح سويري نيسر هينان نينگر چوڙيا وار،
اجلي اجلي تن تان مهٽيا گدلا گدلا پيار.
گهگهريءَ تي جو گهاگهر چلڪي، چوريءَ ماريو چال،
آڏيءَ اک سان ڏسي وتو ڪنهن، انگ انگ جو حال.

نينهن وسي ساريءَ نگريءَ تي، واهيري جي وير،
مڏ جي پياس ستائي من کي، چڪي اسان کي هير.
پيار هٽي ويو ٻڙڇي من ۾، ڏئي ويو پڇتاءُ،
صدين انهيءَ کي ڪونهه ڇنايو، گهڙيءَ وڏو جو گهاءُ.
مرجهايل من ۾ ٿو ڳولين، هاٺي ڪيئن هڳاءُ،
موٽي آئين منڙا جڏهين، سڪ ڇڏي وئي ساءُ.
ڀِري ڀِري من مڪڙيون ڳولي، لڳي پونر ڪي پياس،
ڦري ڦري هن ڦلواڙيءَ ۾، ونئي سدائين واس.
پريت ڪئيسي، گيت ڇپاسي، ٿيو اهو انجام،
ڳليءَ ڳلي ۾ ڳالهه اسان جي، نگر نگر بدنام.
توکي من اِئن ڳولي، جئن ڪو بن ڳولي برسات،
تن ۾ تنهنجي تات سدائين، تن ۾ تنهنجي تات.
من ڪان ڪائي موٽ ڇپي وئين، چندرما جي اوٽ،
چندرما جي اوٽ ڇپي وئين، ڏيئي چريءَ کي چوٽ.
منهنجي من ۾ اچين ته منڙا، سوچي پائج پير،
اجڙي وئي آهي هيءَ نگري، هن ۾ رهندو ڪير!
ڪيئي ڦلواڙيون هونديون، جي ويو اڏاري واءُ،
رهندو آيو ڪنهن ڪنهن پن جو، پٽ جهڙ ۾ پڙلاءُ.
ڪونجو، ترسو ترسو، اڏران مان ٻه اوهان جي سنگ،
پنهنجو پنهنجو ديس ٻڌايون، دنيا مان تي تنگ.
ڪٿي ته ٻجهندي، ڪٿي ته ٻجهندي، لڇي لڇي هيءَ لاٽ،
ڪٿي ته ڪٽندي، ڪٿي ته ڪٽندي، وڄي وڄي هيءَ واٽ.
مان ئي آهيان حسن ازل جو، مان ئي ها بدصورتي،
مان پوڄاري، مان ئي مندر، مان ئي پنهنجي مورتي.
چوريءَ چوريءَ پهچي من ۾، لڪي ليئا پائين،
آءُ هلي، هي گهر تنهنجو آههِ منهنجا منڙا سائين!

ويجهو آهين، وس ۾ ناهين، پري نه آهين پاڻان،
رنگ رنگ ۾، روپ روپ ۾، توکي آءٌ سڃاڻان.
ڪهي ڪتين تان آئين سائين، پهتين منهنجي ديس،
ڏس ته سهين ڪهڙو سونهين ٿو، توکي منهنجو ويس
بن بن پنڪي، تن من تڙقي، هٿ هاڙي انسان،
دؤر دؤر ۾ پهتو آخر، تنهنجي در نادان.
تون ئي منهنجي ننڊ آن، تون ئي منهنجي جاڳ،
مان آهيان تنهنجي ڄيبي، تون آن منهنجي آڳ.
تون ئي منهنجو راز آن، تون ئي منهنجو ساز،
آهي تنهنجيءَ تار جو، منهنجو من آواز.
ساري جڳ تي تون وسين، جيئن ساوڻ جو مينهن،
منهنجي من جي بُوند جو، آهي تو سان نينهن.
نيڻن کي ڏي ننڊڙي، پڏري ٿيءُ پريات،
ڪيسين ڪوڪي ڪوئليون، ڪاٽين ڪاري رات.
تارن جا تڙڪا پيا، جن سان جرڪيا جر،
ماڻڪ موتي ٿي وئي، ڄڻ منجر جي ڇر.
جڳ جي پوئين پهر ۾، مان جڳنوءَ جي جاڳ،
جرڪيا منهنجي راڳ ۾، ماڻهوئڙن جا ماڳ.



رات ڏيئي جي وٽِ ۾ جرڪي، گذري جڳ جي جيت،
پڙهيا پئي مون روئي روئي، ”وديا پتيءَ“ جا گيت.
ماڻهوءَ جي منورتي بدلي، ننهن کان وچڙيو ماس،
ڪنهن جي من ۾ ”ميران“ ايندي، ڪنهن جو ”ڪاليداس“!
سمو پراڻو پاپي سپ کان منهنجي لاءِ ڪنور،

پڇي پيو بنگالي مون کان، ڪير هيو ٽئگور!
ڪاٽي هير، وساٽو رانجهو، سارو ’جهنگ‘ تباهه،
رک ۾ پنهنجيون ڪافيون ڳولي، وينو وارث شاهه.
ويو وسامي ’سامي‘، هن جي رلي پئي اڄ رک،
ڪنهن ۾ ناهي پيار پرينءَ جو، ڪنهن ۾ ناهه پرک.
من من بن آ، جنهن ۾ ناهي، ڪنهن بنسيءَ جي تان،
آءٌ به ٿوڙيان وينا، ڪيڏو ڦري ويا انسان!
پٽ ڏٽي، او پٽ ڏٽي، او منهنجا پٽ ڏٽي!
تنهنجو ڏيهه ڏڪاريل، جنهن ۾ ناهي قرب ڪٽي!
آڻ پٽيءَ تي پنهنجون پنبٽيون، ڪهه ۾ اکڙيون کول،
پٽ ڏٽيءَ جي پرسان ويهي، پنهنجي ڳجهه کي ڳول.
ڏينم اهو تنبورو مون کي، ڪيسين سمهندي، شاهه!
ڏينم ته ڳايان، دڳ وسايان، دليون ڪريان درياهه.
ڏينم اهو تنبورو مون کي، مان ٿو تاٽيان تند،
ڏينم، پٽائي، ڏينم، ته تنهنجو روح رهي خورسند.
ڪافر ناهي، مومن ناهي، ”سچو“ پوءِ به سچ،
سچ چوي ٿو، ’اڄ، اڄي سوريءَ تي لڙڪي نچ‘.
ڏيهه ڏئي ٿو ڏوهه، اديون ڙي، ڏيهه ڏئي ٿو ڏوهه،
آنءٌ چوان ٿي، ڏوهه سهي، پر منڙو آهي موهه.
ڪٿي نه ڪوئي ڪونڌر ڏسجي، ڪٿي نه اپري ڪنڌ،
آءٌ اڪيلو هان اوجهڙ ۾، پري پرينءَ جو پنڌ.
ڪيچي نه ڪوئي، لڇي نه ڪوئي، پڇي نه ڪوئي هاءِ!
پوءِ به چوين ٿو، مون کي آهي تنهنجي جڳ ۾ جاءِ!
شال ڪسي مان توتي تاٽيان، تنهنا ڪان ڪمان،
. . . هاءِ پکيئڙا پيارا پيارا، اڏري ويا نادان!
ڏيئو ڏياريءَ جو ناهيان مان، اٿم اجالو آس،

لچندي منهنجي لاٽ اڪيلي، گهر گهر آهه اماس.
نه ڪي هوا ۾ هيج اني جي، نه ڪا گهٽا گهنگهور،
پيو پڪاري، ٽر ڪي ڏاري، ڪٿي ڪٿي ڪو مور.
وڏي چڏي ڪنهن نڙي نڙي جي، گهٽجي ويا آواز،
ساٽا ۽ ويڳاٽا ٿي پيا، سڏڪي سڏڪي ساز.
چڙو اسان جو چپ چو آهي، چري نه ٿو چو چنگ!
ويو لتاڙي لاٽ اسان جي، ڪير هيو اڙبنگ!
ماڻهو ناهه مڙهيءَ ۾ ڪوئي، ڪنهن جي آهه پڪار؟
ويا اٿي آديسي شايد، دانهن ڪئي ديوار!
جهجي پيو من جهونجهڪڙي جو، سانجهي آ سنسان،
پرين، مجان مان ڪيئن ته تنهنجو، پاڇو آ انسان!
منهنجي سنڌڙي، منهنجي سنڌڙي، سنڌڙي، منهنجي ماءُ!
ڪيئن مجان مان، تنهنجي ڪک مان سک چڏي وئي ساءُ!
منجهي پيا سڀ تنهنجا مانجهي، او منهنجا مهراڻ!
آءُ ڪپر تي وينو سوچيان، جاڻ هٽي تي ٻاڻ.
چوليون ۽ چر، چر ۽ چوليون، تنهنجو راڳ اٿاهه،
ايري ايري، نيٺ چپي ويو، جن ۾ منهنجو ساهه.
ڪيسين مانو رهندي، پنهنجيءَ هستيءَ ڪان اڻجاڻ،
مستيءَ ۾ آ، مستيءَ ۾ آ، موجون هڻ مهراڻ.
سدا نه رهندو ڪوبه سڪندر، ٿيندو نيٺ تباهه،
ايندا ويندا ڪيئي، وهندو رهندو درياهه شاهه.
پجري پجري، نيٺ ته تنهنجو، جيءُ ڪندو جاڪوڙ،
وسندا مينهن مٿيءَ تي تنهنجي، اٿندين نيٺ اروڙ.
اچو، اچو، اي جر جا جاڻو! لچي پئي اچ لاٽ،
ڪوليو، ڪوليو هي ڪنيڙاٽيون، ڳٽيو نه پنهنجا ڳاٽ.
وٽ ۾ وچڙي ويون ڪنيڙاٽيون، آيا نينهن- نسنگ!

ڪير چوي، چو ڄاڻي واڻي، پڄريا پاڻ پتنگ!
پيچ پني آ، ماڪ وسي ٿي، ڪوني ڪول ڪلال،
آڻ ته پيئان، آڻ ته جيئان، جيئين سدائين شال!
من آ مالامال اسان جو، ڪوني ڪول ڪلال،
اٿئي گهٽيئي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾، قرب سوا ڪنگال.
پري پري پيءُ جيسين جيئين، گهڙيءَ گهڙيءَ جو جام،
وري نه هي ميخانو ملندو، هيءَ ميءِ ناهه مدام.
اڄ اسان جي اورانگهي، چو آئي آ هو هٽ،
نگر نگر ۾ ناهي جنهن جي، مڌ جو ڪوئي مٽ!
’پيءُ پيارا، او متوارا،‘ آکيو ڪنهن جي اک،
’ملي نه ٿو هي مڌ ڪنهن هٽ ۾، چکي انهيءَ مان چک.‘
’پيءُ پراڻو مڌ هن مٽ مان، اوري آءُ ادل!
’هن مان سامي پياس بجهائي، پيتي سرڪ سچل.‘
ميءِ تي ناهه ميار، اديون ڙي، ميءِ تي ناهه ميار،
سيج اسان جيءَ جا سوريءَ سان، اڳ ئي ها اقرار.
’منهنجي من کي چيري ڦاڙي، ڪلين پيو انسان،
’آءٌ ته تنهنجو امرت آهيان، اڄليئه ڪيئن نادان!‘
منهنجيءَ پياليءَ تي ٿو پسرين، پرجهيئه ڪونه پياڪ،
رسي وڃين ٿو منهنجي رس سان، تڪي رکين ٿو تاڪ!
منهنجي مڌ کي ميرو سمجهي، ٿڏي ڇڏين ٿو ٿانءُ،
تنهنجي من کان ميرو ناهي، هٽ رکي ڏس هانءُ.
ڇٽنگ چڪيءَ مان نڪتي جنهن مان، نڪتا ڪيئي نڪٿ،
کهڙو مڌ هو، جنهن هيئين من ۾، پڙڪايا پنيث!
پيئو جيئو اي متوارؤ! مڌ جو ناهي مٽ،
دور وڃي ٿو چندرما کي، ڇهندو ڇايا نٽ.
پيئو جيئو، رچي وڃي جئن ججونتيءَ ۾ جاڳ،

مڏ جي مام ملي جو تن ۾، راڳ ٿيا ويراڳ.
ڪوي ’جسم الدين‘، اسان جون دليون ڪسيون هن ديس،
چوٽي چوٽي جنهن جي چمپا، ون ون جنهن جا ويس.
نينهن لڳايو ڪنهن نچڻيءَ سان، اسان وجي ڇڻڪار،
گهڙيءَ گهڙيءَ ۾ جنهن جا گهنگهرو، ڪن ٿا ڇم- ڇم- ڇام.
گهڙيءَ گهڙيءَ ۾ گهاو اسان جا، نگر نگر ۾ نينهن،
ڪهڙيون ڪهڙيون راتيون ساريون، ڪهڙا ڪهڙا ڏينهن!
پياليءَ پياليءَ مان رس پيتي، منهنجي پريت پياڪ،
ڪهڙي ڪهڙي مومل ساريان، ڪهڙي ڪهڙي ڪاڪ!
پورنماسي، ’پوري گنگا‘، ٿڌڙو ٿڌڙو واءُ،
ٿلي پيو ٺئگور ڪنڌيءَ تي، اچي پيو پڙلاءُ.
ڪوي، اسان پرنام ڪيوسي، چميا اوهان جا پير،
ڪوي، ڏسين ٿو ڪلجگ آٽي، ڪيڏا ٿو انڌير!
ڪوي، ڏنا آهن تو ڪان پوءِ، ڪيڏا اسان ڪلور!
سچ ڪي سوريءَ تي چاڙهيو ويو، ماٺ رهيا منصور!
من مندر جا ديپ وساڻا، آهي واس نه ڌوپ،
گهڙيءَ گهڙيءَ ڪي سيتا جو ست، راتيون راوڻ روپ.
هي ماڻهوءَ جو ٻچڙو، منڙو، ڪري ٿو ڪيڏا ڪيس!
پوءِ ٻه اسان جي ڳوڙهن آندي، اکڙين ۾ آسيس.
مندر جا در کول، پڄاري! مندر جا در کول،
اهي ورتيون وري نه ملنديون، هيئن نه رئيءَ ۾ رول.
ويا پنهونءَ جا پيرا لٽجي، پري پيو پنيور،
سڻيا نه سڏ ڪنهن تنهنجا سسئي، هيو هوا جو شور.
ٻري پئي ڌرتيءَ جي ڇاتي، مري پئي مخلوق،
پِرين پري ٿي، ڇڏ ته ڪٺان مان، پري اها بندوق.
مڙين نه ٿو اي مڱڻا! اڄ ڪلهه رهيو نه آ هو راءِ،

چورين ٿو جي چنگ ته چارڻ، پنهنجو ڪنڌ ڪپاءِ.
تون هوندين تون هوندين، منهنجو توسان ناهي وير،
پر هي ماڻهو، جن آ تنهنجي اوٽ ڪيو انڌير!



مان ئي سچل، مان ئي سامي، مان ئي آهيان شاهه،
منهنجي من ۾ چوليون ماري، سنڌو! تنهنجو ساهه.
وسي رهي آ منهنجي وينا، پيار ڪئي پالوٽ،
اچو، اچو، اي منهنجا مارو! ڍوئو من جا ڪوٽ.
سانجهيءَ ويلي پنڇي موٽيا، روئي ڏنو ڪبير،
پنهنجي پنهنجي آکيري سان، سڀ جي آهه اڪير.
او راڳي! او راڳي! ولهه ۾ وينا تنهنجي وات،
پنيٺ ٻٽجي پڙڪي، تنهنجي تن ۾ ڪهڙي تات!
وڄندي رهندي تنهنجي وينا، مري نه ٿيندي مات،
تون جمنا جو جهونجهڪڙو آن، تون راويءَ جي رات.
ڪهندي ايندي جن جي ڪن- رس، تن من وڄندي تان،
ايندا، ايندا، ايندا آخر، اهي نوان انسان.
ڪيئن ڪريان ڪيئن ڪريان مان، گهڙي گهڙي آ گهاءُ،
هاءِ، پرينءَ سان پريت لڳائي، مري وڃان ها، ماءُ!
سار اوهان جي آئي، من تي وار ڪيا ويساک،
ايري آيو سج اوير ڪان، ٻڙڇيون اڇليون باک.
ڪاريون ڪڪريون پرڄي آيون، پنا نه منهنجا نيڻ،
ڏمري آهي ڏات اسان سان، شال نه سرچيا سيڻ.
سانوري سانوري صورت هن جي، سهٽو هن جو ساهه،
هاءِ، هيو پر بک جو هن جي اکڙين ۾ اوڙاهه!

ريج ڏنوهو هتڙي رت سان، ڪنهن پوريءَ جي پل،
جنهن مان اسريا پيارا پيارا، هي چانپي جا گل.
هاءِ، بکيون، اڏ- ننگيون نياڻيون، تن جي لڄ لڪاءِ،
آءُ هوا، هن پونگيءَ ۾، ڏيئي جي وٽِ وساءِ.
ڪٽي هنيئه ڪانياڻي هن ڪي، ڪيئه نه ڪو کهڪاءُ،
ننڍڙا نينگر، هن ڳري ڪي تو وانگر آ ماءُ!
مون چيو، 'ريتيءَ ۾ رلندي جي ملندم چانو ته ڪيئن!'
وار چڏيائين پنهنجا چوڙي، چڪي چيائين 'هيئن'.
مون چيو، 'اوندهه ئي اوندهه آ، جڳ مان ٿيو هان تنگ'،
هن چيو 'مان تنهنجي چانڊوڪي، اڄ اڄ منهنجي سنگ'.
مون چيو، 'ماڻهوءَ جو ماڻهو تو ڪائي اڄ ڪلهه ماس'،
هن چيو 'مگري جي موسم آ، هلي ونون ڪجهه واس'.
چِڪي پيو ڪو چوهو تن ڪي، سڏي پئي ڪا سڄ،
اڳتان تنهنجون اکڙيون ڊوڙيون، پٺ تان منهنجي اڄ.
منهنجون آليون اکڙيون، گهريون، جئن جمنا جو جل،
تنهنجي صورت، وهڪ مٿان جئن وڻڙي تاج محل.
اتر انو آ، سانجهي ٿي آ، چٽي رهيو آ چن.
ڏيئو ٻاري، واٽ نهاري، ڪنهن جي منهنجو من!
مينهوڳيءَ ۾ ڪڙي ڪنوليءَ تي جو چوڏينهن رات،
هنج اسان جي، هانءُ پرينءَ جو، گهڙيءَ گهڙي جي گهات.
منڙي منڙي نند ڦٽائي، مينهوڳيءَ جي ماٺ،
جهونجڪڙو هو، نيريءَ چت ۾ ڪنوڻ هنيا ٿي ڪاٺ.
پوئين رات، هوا جون جون هيرون، مٿان وسي ٿي ماڪ،
چمي پئي چانڊيوڪي جنهن ڪي، سو مڏ پيءُ پياڪ.
هي راتيون، هي ريتيون رت جون، مري نه سگهنديون مور،
جنم جنم ۾ پوندو رهندو، پرين اوهان جو پور.

گهڙي گهڙي تي چڙهي چڪيا تي، ڇيون ڪڍي تي ڇر،
تڏهن اسان مان آگ ازل جي، ڳائي راڳ امر.
منهنجي من مان رانجهو ٻڌجي، نڪتا ڪيئي راڳ،
ڪن ۾ مندڙا، مک تي مرليون، اکڙيون ٻرندڙ آگ.
پاند اسان جو پالهو ناهي، جهڪي ته ڏس تون جهول،
آڇيا آهن اکڙين ان ۾، ڪجهه موتي انمول.
مان تنهنجو آڪاش چڏي، آيو هان ڌرتيءَ ڪاڻ،
جنم جنم پتڪائج، مون کي، ڪانهه کپي نرواڻ.
آئي تنهنجي سار، هوا ۾ آ تنهنجي ھٻڪار،
ڏار نه آهين، ڏار نه آهين، ڏار نه آهين يار.
آئي تنهنجي سار ته منهنجي مٺ ڳاتا ملهار،
پڇي پيو آ من اي منڙا، ونين ڪئي وسڪار.
جنهن ليءِ مون اڄ نيڻ نه ٻوٽيا، سو نندڙيءَ جو چور،
ڪٿي گذاريندو هوندو، هيءَ ڪاري رات ڪنور!
تون ته سجاڻين تي هن کي، جنهن لڏي اسان سان لانو،
ڪڏهن هتي هو وينو آ چا، اڙي، پپل جي چانو!
اي گل، تون ته سجاڻين هن کي، تو جهڙيءَ آ روءِ،
ويجهو آهه ويو هو تنهنجِي، ڪڏهن سنگهي خوشبوءِ؟
منهنجو گهاءُ ٻه تو جهڙو ئي، گهرو آ اي چنڊ!
تو ته ڏنو هوندو، نه رسائي جنهن کي پيار پچنڊ.
تو تي پير پيو آ هن جو؟ سچ چؤ، سچ چؤ واٽ!
ملي نه ٿو هو منهنجو مانجهي، گهمي ڏٺا مون گهاٽ.
تون ٻه ته مون وانگر جاڳين ٿو، ساري رات نکٽ،
سچ چئه، مون سان ڪوٽ ڪري، هن ڪٿي وڏي آ ڪٽ.
چڙو وجي پيو چانڊوڪيءَ ۾، پري پرينءَ جو پار،
سري نه جن جي سير بنا، تن ملي نه شل ميهار!

تو سان پيار ڪندي، اِئن ڳوليا ٿي مون تنهنجا چپ،
من جي ڪارونيار ۾ لڙهندي، ڳولي جئن ڪو ڪپ.
وئي جواني، وئي جواني، تيز ٻرانگهون پائي،
وهندو پاڻي، لهندي ڇايا، ڪير سگهي ترسائي؟
ڇر تي چنڊ ستارا ڇايا، ڳائي پنڇي گيت،
ماڻهوءَ جو من ڳول، ته آهن جر ۾ ڪيئي جيت.
ڪڏان پيو ڪٿ- پتليءَ جئن مان، ڏسان نه تنهنجي ڏور،
ڪڏهن ڪٿو ٿِي، ڪيل ڇڏي هي، اوريان مون سان اور.
مان ئي پيئان، جلندي جيئان، مان ئي آهيان منڊ،
مان ئي لوري، مان ئي جهوري، مان ئي پنهنجو پنڌ.
مان ئي بن هان، مان ئي بنسي، مان راڌا، مان شيام،
مان جمنا جون لهريون، جن تي چنڊ ڪري آرام.
وڻ وڻ ۾ آ منهنجو واسو، پن پن ۾ پڙلاءُ،
واءُ چوي ٿي، ’جهونٽو آهين، آءُ اڏامي آءُ‘.
مان ڪويل جي ڪوڪ، ڪڏهن مان ڪاري ڪاري رات،
مان سا اوندهه، جنهن ۾ ڪيئي ڏيئا ٻاري ڏات.
هن جي آلين اکڙين تي ڏس، منهنجا برندڙ چپ!
وسري ويا سڀ ويڻ اسان کان، ڏوهه نه ڏي ڏاهپ!
ڪجهه ٻه نه هوندي سڀ ڪجهه آهي، سرتيون هي سنسار،
ساري جڳ مڳ جيون سان آ، اڳتي آ انڌڪار.
پل ليءِ آهي هيءَ چانڊوڪي، پل ليءِ آهي پيار،
هن کان اڳتي چوليون ماري، ڪوئي ڪارونيار.
ڪوئي ڪارونيار، نه آهي، جنهن جو ڪوئي ڪپر،
جنهن جون چوليون ڪونه ڇڏينديون، ڪائي چيز امر.
آيو موت ته روح مري ويو، جسم ٿيو آزاد،
مٽي اول، مٽي آخر، مٽي زنده باد!

مرنداسي تھ مٿيءَ مان پنهنجي جڙندا ڪيئي جام،
نوان نوان متوارا ايندا، هٽندا تن جي هام.
مرنداسي تھ مٿيءَ مان پنهنجي، ڦٽندا سرخ گلاب،
ڪڙندا ٽڙندا جن ۾ پنهنجا، بسنت رت جا خواب.
مرنداسي تھ مٿيءَ تي پنهنجي، چنڊ ڪندو چانڊاڻ،
ساهھ اسان جي ساڀيي جا، سا سونهن ڪندي سرهاڻ.
مرنداسي تھ مٿيءَ جو پنهنجي، ويندو دور غبار،
چنڊ ڦري چوڌار چميندو پيو اسان جو پيار.
مرنداسي تھ مٿيءَ سان پنهنجي، ملندو هي ماندڻ،
ڪٿيون اسان جي ڪچ ۾ هونديون، چنڊ اسان سان ساڻ.

# گيت

آءُ وهاڻيءَ ويل،
گهڙيءَ جا ميل- محبت ڪنهن جي ناهي رهندي!
ڪنهن جي ناهيءَ جوءِ،
مگر خوشبوءِ- سدائين آڻي هير الهندي.
پورو ٿيندو پنڌ،
سندءِ سوڳنڌ- حياتي ويندي ڪهندي ڪهندي.
او، منهنجا محبوب،
سندم، مطلوب- اني جي واءُ وجي ٿي ڪهندي.
جاڻان ٿو انجام،
پري ڏي جام- جواني چاندوڪيءَ جئن لهندي.

ï

ڦٽڻ لڳي آ ميندي منڙا،
نمن جهليو آ ٻور- ڪيسين رهندي دور!
پريت اسان جي نه رهي، نه رهي،
سونهن سرنهن جي سرهي سرهي،
من کي ڪيو مجبور- ڪيسين رهندي دور!
بوند اکين مان نه ڪري، نه ڪري،
اولهه ڪان آئي جو ڪڪري،
برسيا سي پرپور- ڪيسين رهندي دور!
تو ليءِ ساهه ائين سيڏائي،
جهونجهڪڙي جو جئن واجهائي،
ڄانيي لاءِ تلور- ڪيسين رهندي دور!

منهنجي آس، ڏکن جو ڏيئڙو،
منهنجو هر سانجهيءَ اوسيئڙو،
مري نه سگهندو مور- ڪيسين رهندي دور!
ڦٽڻ لڳي آ ميندي منڙا،
نمن جهليو آ ٻور- ڪيسين رهندي دور!

ï

محبت نه ڪڏهن مات ڪئي موت، هلي آءُ،
سندم هوت هلي آءُ!
ٿڙي آهه رتن جوت نه ڳڻ ڳوت، هلي آءُ،
سدام هوت هلي آءُ!
هلي آءُ، نوان ڏينهن، نوان ڏينهن، هلي آءُ.
هلي آءُ، هلي آءُ!
هلي آءُ، پيا مينهن، پنا ڏينهنن هلي آءُ،
هلي آءُ، هلي آءُ!
سندم سونهن، سندم ساهه، هلي آءُ، هلي آءُ،
هلي آءُ، هلي آءُ!
نئون چنڊ، نوان چاهه، هلي آءُ، هلي آءُ،
هلي آءُ، هلي آءُ!
نئين رات، نئين بات، هلي آءُ، هلي آءُ،
هلي آءُ، هلي آءُ!
نئين تانگهه، نئين تات، هلي آءُ، هلي آءُ،
هلي آءُ، هلي آءُ!
جهلي لاٽ، ڏسي وات، ٽڪا نيڻ، هلي آءُ،
نه ڏي ويڻ، هلي آءُ!

جڙين شال، مڙي وچ نه جئين ميڻ، هلي آءُ،
نه ڏي ويڻ، هلي آءُ!
ڏسي آس سندم پياس، اچي اوت، هلي آءُ،
سندم هوت هلي آءُ!
محبت نه ڪڏهن مات ڪئي موت، هلي آءُ،
سندم هوت هلي آءُ!

ï

آءُ، سرنهن، گل ڪيا، مينهن پيا، آءُ- آءُ، پرين آءُ!
هاءِ، ڪهي تو بنا چڻ ته اتر واءُ- آءُ، پرين آءُ!
ننڊ ڪريون نينهن ۾، آءُ، ٻني رات آهه،
آءُ، لڪي لاڏلا، تانگهه، سنڌ تات آهه،
آهه هتي ڊپ نه ڊاءُ- آءُ، پرين آءُ!
پنڌ پيو آنهه چا! چنڊ هنئين جو پڙي،
آءُ سڀاجها سڄڻ! آءُ گهڙيءَ ليءِ گهڙي؟
چنڊ جيان ڪر چٽاءُ- آءُ، پرين آءُ!
ناچ ڪندي، مرڪندي، ڏينهن ٻهٽي زندگي،
نيٺ اجهامي، الا، ڏينهن ڪٽي زندگي،
آهه ڪٽيءَ جو الاءُ- آءُ، پرين آءُ!
راند رمون روح جي، آ ته محبت ڪريون،
سونهن سرنهن جي چنون، پاند پرهه جو پريون،
هاءِ، سوا تو هڳاءُ- آءُ، پرين آءُ!
آءُ، ٻني آ هوا، مينهن پيا، آءُ!
آءُ، ملاقات ۾ ڏينهن پيا، آءُ!
آءُ! سرنهن گل ڪيا، مينهن پيا، آءُ!
. . . آءُ، پرين آءُ!

ï

رات انڌيري، آءُ ٿڌيري، اڀ تي تارا ڇايا-
هاءِ پرين ياد آيا!
جهرمر وارا، پيارا پيارا، نيريءَ گهرائيءَ ۾ تارا،
مون جئن اک بہ نہ لاتائون تي، پل پل جهاتيون پاتائون ٿي،
آهي نينهن بہ ننڊ جو ويري، جاڳي مون جاڳايا-
هاءِ پرين ياد آيا!
ڏيئا ٽِواٽي تي مون ٻاريا، لنگهي ويا سو ان تان ڏاريا،
آس نہ لاٿي، ٻاس بہ ٻاسي، گذري وئي پر ٻي چؤماسي،
جئن جئن پوءِ تئن پياس گهٽيري، آتا هاءِ اڃايا-
هاءِ پرين ياد آيا!
پوئين پهر فضا گهوماٽي، جهلڪي تي ٿي سرد ڏياٽي،
ڪاريون ڪاريون هو گهرايون، وٺ ڪائيندي جئن لهرايون،
دور ڦٽي تيئن ٻاڪ ٻليري، گرجا گهنڊ وڄايا-
هاءِ پرين ياد آيا!

ï

آهه پري تہ نہ گهاٽ،
هوريان هوريان ونجهہ هلاءِ!
پاڻيءَ جي ڇاتي ڇلڪائي،
جئن جئن ٻيڙي لوڏا ڪائي،
پل پل تئن پاسا بدلائي،
ڪاري ڪارت ٻاٽ-
هوريان هوريان ونجهہ هلاءِ!

وهندي ڏارا کهندا تارا،
سڙهه جا پاچا ڪارا ڪارا،
آيا پل پل ياد پيارا،
اوندهه ۾ چمڪاٽ-
هوريان هوريان ونجهه هلاءِ!
ڏيهه ڇڏي پرڏيهه هلياسين،
ڪنهن نه جهلياسين، ڪنهن نه پلياسين،
ڪنهن سان دل جا ڳجهه نه سلياسين،
دل تي ڪائي ڦاٽ-
هوريان هوريان ونجهه هلاءِ!

ï

منزل آهي دور، ملاح! رات وجي ٿي پوندي:
رات وجي ٿي پوندي- او، ڪونج وجي ٿي لوندي!
ٻڏي ويو جو دور ستارو، پنهنجي اوندهه جو اجيارو
ٿيندو سج ۾ ڪير سهارو؟ آهي لڳ لڳ چور، ملاح!
. . . رات وجي ٿي پوندي:
رات وجي ٿي پوندي- او، ڪونج وجي ٿي لوندي!
هن ڪي ڪونه نياپو ڏيندي، پوءِ ته ڪنڌيءَ تي پڇندي ايندي،
هن بن عمر الاڪئن ٿيندي؟ هي ٻيڙيءَ جو پور ملاح!
. . . رات وجي ٿي پوندي:
رات وجي ٿي پوندي- او، ڪونج وجي ٿي لوندي!
جاڻ پرينءَ جي پار پڳاسي، آهه ويو جو وڻ وڻ واسي،
ڏس پهتاسي، ڏس پهتاسي! ڏس، هو سامهون گهور، ملاح!
. . . رات وجي ٿي پوندي:
رات وجي ٿي پوندي- او، ڪونج وجي ٿي لوندي!

ï

نيبهه ناهه جواني، او يار. . .
آءُ گهڙي پل پيهي، آءُ پرين پرڏيهي!
آيون سانوڻ جون برساتيون،
رم جهم واريون ڪاريون راتيون-
تو بن دل ديواني، او يار. . .
آءُ گهڙي پل پيهي، آءُ پرين پرڏيهي!
جڻ آههِ ڪنول تي بوند پئي،
ڏس جاڻ وئي، او جاڻ وئي-
عمر اسان جي فاني، او يار. . .
آءُ گهڙي پل پيهي، آءُ پرين پرڏيهي!
نهر اهائي، لهر ڪٿي آ؟
گذري ويو جو پهر ڪٿي آ؟
آهي آني جاني، او يار. . .
آءُ گهڙي پل پيهي، آءُ پرين پرڏيهي!
اچ تهه اگهون ڳوڙها، ڳالهايون،
ڳل ڳل سان، من من سان لايون-
نينهن چڱي ناداني، او يار. . .
آءُ گهڙي پل پيهي، آءُ پرين پرڏيهي!

ï

پهچي ڪيئن پکيئڙو! . . . چنڊ چريو ڪيو آهي.
پرين ويو پرديس پري،
رت ساوڻ جي آئي، او الا!
جنهن وقت وسڻ جا ويس ڪري،

برسات پئي،
ڪنهن ڪوڪ ڪئي،
هيءَ ڪويل ڪنهن گهائي، او الا!
جلي ويو جو جيئڙو، بَس اکڙين ڪي ناهي
پهچي ڪيئن پکيئڙو! . . . چندڊ چريو ڪيو آهي.
او، ڪاريون گهٽائون ترسو ها،
هيءَ ڪنهن جي ياد آئي، او الا!
او، مست هوائون ترسو ها،
هڪ ڳالهه مڃو،
هن ڏانهن وڃو،
جنهن لونءَ لونءَ لئون لائي، او الا!
ساهه جنهين سان سيئڙو، سنهي سئيءَ سان ناهي،
پهچي ڪيئن پکيئڙو! . . . چندڊ چريو ڪيو آهي.

ï

تنهنجي تات تنوار،
اڄ ته تمنا تن ۾ لاتي،
اڄ ته محبت جهاتي پاتي!
ڇايا مينگهه ملار! تنهنجي تات تنوار. . .
اڄ ته اڄايا روز ازل جا،
تنهنجن چپڙن تي جو پهتا،
پياس ٻجهائي پيار! تنهنجي تات تنوار. . .
اڄ ته ستل سؤ راڳ جڳايا،
تن جي تارن ۾ تڙقايا،
منهنجي ساهه- ستار! تنهنجي تات تنوار. . .

من ساگر تي ڇانئي سانجهي،
اونهي اونده منهنجا مانجهي،
جنهن جا آر نه پار! تنهنجي تات تنوار. . .
تون منهنجو مان تنهنجو ساحل،
ڪيسين جهاڳيندي رهندي دل
موجون ۽ منجهڌارا! تنهنجي تات تنوار. . .

ï

ساري رات ستارا جاڳيا،
ديس ستو، دل وارا جاڳيا!
پنهنجي پنهنجي چنڊ جون هر ڪنهن،
ڳالهيون ڳاتيون،
جهاتيون پاتيون،
ٿڪجي نيٺ ٿيا ننڊ هاڻا،
آئي ننڊ ته روح اڏاڻا!
پهچي پار پرينءَ ڪي هر ڪنهن،
پل ۾ پاتو،
ڇاتيءَ ۾ لاتو!
ساري رات ستارا جاڳيا،
ديس ستو، دل وارا جاڳيا.

ï

سيڪا مومل، سيڪو راڻو،
پنھنجي پنھنجي ڪاڪ سين ڪي!
لڙڪ بہ سڀ ڪي مرڪ بہ سڀ ڪي،
سونھن پياري سرڪ بہ سڀ ڪي،
پيار بہ سڀ ڪي پور بہ سڀ ڪي،
نينھن ڏنا ناسور بہ سڀ ڪي،
ھار بہ سڀ ڪي جيت بہ سڀ ڪي،
منڙا منڙا ميت بہ سڀ ڪي،
سڀ ڪي ڳوڙھا ۽ ڳاراٽو!
پنھنجي پنھنجي ڪاڪ سين ڪي!

سيڪا مومل، سيڪو راڻو،
پنھنجي پنھنجي ڪاڪ سين ڪي!

ï

ھڪڙي مڪڙي، سو پنيوري،
ھڪڙو چنڊ، ھزار چڪور!

ڪنھن جي من ۾ راڳ اچي ٿو،
جنھن تي سارو ڏيھ نچي ٿو!
ڪنھن جي لونءَ لونءَ جي ڪا لوري،
ساري جيون جي چت- چور!

ھڪڙي مڪڙي، سو پنيوري،
ھڪڙو چنڊ، ھزار چڪور!

تون مان آھيون يار، او چنڊ-

اچ ته رلون گڏ راتيون!
تنهنجو منهنجو گهاءُ به ساڳو،
صدين جو سوداءُ به ساڳو،
ٻئي اونده تي وار، او چنڊ-
اچ ته رلون گڏ راتيون!
تون مان آهيون ٻئي هرجائي،
ٻئي سيلاني، ٻئي سودائي،
بيگانا، بيزار، او چنڊ-
اچ ته رلون گڏ راتيون!
روح نه ريجهي تنهنجو منهنجو،
پنڌ پرهه ڏي تنهنجو منهنجو،
پرين پرانهين پار، او چنڊ-
اچ ته رلون گڏ راتيون!
تون مان آهيون يار، او چنڊ-
اچ ته رلون گڏ راتيون!

تنهنجي ياد پئي آئي!
تنهنجي ياد ائين پيدا ٿي، جڻ ته اڏند ڪٽولي لاٿي،
صحرا ۾ ڪنهن سودائي-
تنهنجي ياد پئي آئي!
جئن نه سرءُ ۾ سڪجي پن پن، واءُ لڳڻ سان چيڙي 'چن چن'،
ياد ائين دل ڏڙڪائي-
تنهنجي ياد پئي آئي!
تنهنجي من ۾ گهري ڪاري، چانئيندي وئي رات انڌاري،
تارا ها، ۽ تنهائي،
تنهنجي ياد پئي آئي!

گذري وئي برسات،
تو بن گذري وئي برسات!
بادل گرجيو، بجلي ڪڙڪي، مينهوڳيءَ جا جهلڪا آيا،
ڪجهه اک ڦڙڪي، ڪجهه دل ڌڙڪي، من تي پل پل الڪا ڇايا،
آلاپي، آلاپي، ڪاتي،
ڪاري ڪاري رات. . .
گذري وئي برسات،
تو بن گذري وئي برسات!
منهنجي من جئن موڳا تارا، جهڙ جي جهاڳ ڏسي گهبرايا،
آس ٻه ٽمڪي، جهمڪي پيارا، جئن جئن تن جا جهلڪا آيا،
چپ تي نينهن- نياپي ڪاتي،
ڪاري ڪاري رات. . .
گذري وئي برسات،
تو بن گذري وئي برسات!
ڪلنديون ڪوڪيون، ٽلندا بادل، پل ۾ وڄندا پڄندا آيا،
وسڪارو وڄ، پاٽي جل ٿل، موت پئي جڙ ڏند ڏڪايا،
ٻک ۾ موت، جياپي ڪاتي،
ڪاري ڪاري رات. . .
گذري وئي برسات،
تو بن گذري وئي برسات!

گهنن گهنن، گهن گهن، گهن گهن گهن،
ڏنن ڏنن، ڏن ڏن، ڏن ڏن ڏن!
گجو گجو اي ڪارا بادل، وسو وسو ورسايو جل ٿل!
پيو پِيو ميءَ جا متوارا، جِيو جِيو ڌرتيءَ جا پيارا!
ڇنن ڇنن ڇن، پيالا ڇلڪن-
گهنن گهنن، گهن گهن، گهن گهن گهن!
گجو گجو اي ڪارا بادل، وسو وسو ورسايو جل ٿل!
جڳ جڳ کان آ ڌرتي پياسي، مسين مسين آئي چؤماسي!
گهڙيءَ گهڙيءَ ليلايو لڙڪن،
گهنن گهنن، گهن گهن، گهن گهن گهن!
گجو گجو اي ڪارا بادل، وسو وسو ورسايو جل ٿل!
کلو کلو اي ڪوٽيون ڪيريون، رلو ملو اي ڪڪريون نيريون!
ٿلو ٿِلو اڄ گلشن گلشن،
گهنن گهنن، گهن گهن، گهن گهن گهن!
گجو گجو اي ڪارا بادل، وسو وسو ورسايو جل ٿل!

ٻاٻيهو ٻولي!
جهاز نه هتڙي ڪوئي کهلي،
ڪير جهڄي جهولي-
ٻاٻيهو ٻولي!
نيسر هينان نيگر وهنجي،
وار ڇڏيا کولي-
ٻاٻيهو ٻولي!
ڇمڙيءَ کي جو مهٽي مهٽي،
آڳ لڳي چولي-

ٻاٻيهو ٻولي!
ساري رت من توڪي ساري،
توڪي ئي ڳولي-
ٻاٻيهو ٻولي!

پري پري ڏي جر سان، چاڙهو!
ٽڙو ٽڙو ڪو ٿانءُ!

ڏنو سنهيو ڪنهن لئه ڏاهي،
پنهنجو ڪوئي سپرين ناهي،
ناهي پنهنجي پريت ڪنهين سان،
لنوي پيو چو ڪانءُ!

پيارا پيارا نينهن وساريا،
ڪهڙا ڪهڙا ڏينهن وساريا،
ويا اسان کان وسري، تن جو
وني نه ڪوئي نانءُ!

ڪنهن سان تنهنجو پيار ٿيو آ!
چنڊ ٻه ڪنهن جو يار ٿيو آ؟
ڪنهن لئه ٿو ڪنيڙاٽيون ڪوهين!
ٿيو نه جنهن جو ٿان!

مڌ پيتو، مسرور ٿياسي،

ڏک سک سڀ ڪان ڏور ٿياسي،
آءُ ته جھولون، آءُ ته جھولون،
ٿيو هندورو هاڻُ!

پري پري ڏي ڄر سان، ڇاڻو!
ٿڌو ٿڌو ڪو ٿاڻُ!

او منهن جا چت
پل پل جنهن جا پور پيا!

تون ائين چانئين منهنجيءَ دل تي،
لهريون واريءَ تي واريندين،
سڀ جا پيرا ميساريندين،
لهرايون ٿي جيئن ساحل تي،
پرجي ويا جئن پور،
تئن منهنجا بهه خيال ويا:
او منهنجا چت چور،
پل پل تنهنجا پور پيا!
سج پاڻيءَ ۾ غوطا کائي،
دنيا جي ٻئي پار ويو هو،
سانت سجو سنسار پيو هو،
تنهنجي ياد پئي جو آئي،
رات پئي گھنگھور،
ننڊ پيا ها پير هيا!
او منهنجا چت چور،
پل پل تنهنجا پور پيا!

منهنجا پرين!
او بانورا! او سانورا!
گهر ۾ گهِرين،

چوري ڪرين، ڪلندو ورين،
مان لک چوان، پيرين پوان،
پر جو مڙين، او شل جُڙين!
منهنجا پرين!
او بانورا! او سانورا!

سورج ويو جئن ڊرڪندو،
۽ شام لهرايون چڱون،
آئين نظر تون مرڪندو...
ڪيڏيون نه گهرايون هيون،
منهن ۾ سنڌ ۾ اي آشنا!
سو سو سنيها جن ڏنا!

جئن ڪنگ اڏريا واءُ ۾،
ڦرنديون ڪريون، ڪنيڙيون ڪتيون،
تي ويا چلا ڦهلاءَ ۾،
جئن ڍنڍ ۾ لهريون اٿيون،
تهه ۾ نظر آئين پئي،
وهه تي به لهرائين پئي...
پر رات ڦهلايا جڏهن،
تارا ٿيا تارا سنڌ ۾

وڻ سانت ۾ آيا جڏهن،
آيا نظر چارا سنڌءِ،
گذري ائين ئي رات وئي،
تن مان نه تنهنجي تات وئي. . .

ڪن ۾ ڪسي دلڙي وئين،
زورآوري پنهنجي به ڏس!
مهنا ٿيا جو منهن پئين،
ڏيساوري پنهنجي به ڏس!
لنءُ لائجي، پر پائجي،
پوءِ چو ائين گهبرائجي!

منهنجا پرين!
او بانورا! او سانورا!
ڪن ۾ قرين،
ويندو رهين، لڪ ٿو لهين،
مان پئي چوان، پيرين پوان،
پر جو مڙين، او شل جڙين!
منهنجا پرين!
او بانورا! او سانورا!
(

وسُ وسُ، وسُ وسُ، وسَ ڪر مينهن،
ڏاڍا ڏينهن ٿيا ٿي!
سوڪ وئِي ٿي ساري ساري،
اي مان اڪ نه ڪڍي ٿو هاري،

ڏس هيءَ وڻ جي ٽاري ٽاري،
هٿ ڦهلائي جيئن پڪاري
سڙڪون لٽ ۾ ليٽيون پيٽيون،
اٿ- گاڏيءَ سان جڻ تهه لپيٽيون،
گس سان اپري نڪتو نينهن-
پرتا وڇڙيا ساٿي!
وس وس، وس وس، وس ڪر مينهن-
ڏاڍا ڏينهن ٿيا ٿِي!
مس مس اڀ تي بادل ڇايا،
اندر جا جهنڊا لهرايا،
تن تي ڇايا بدلي ڪايا،
نازڪ دل ورا گهبرايا،
نانگڻ نڪتي يا وڄ چمڪي،
چم چم چم چم برڪا چمڪي،
ڏس ته سهين جڻ گجندا شينهن-
پڄندا مڪا هاٿي!
وس وس، وس وس، وس ڪر مينهن-
ڏاڍا ڏينهن ٿيا ٿِي!
خوش هوندا سڀ پيڪي وارا،
وڇڙئي ٿيا ٿي مهنا سارا،
پورا ٿيندا جئن لابارا،
ملندا شهري مٽ موچارا،
ساجهر ان جون گاڏيون هلنديون،
پرجي ڏڌ جون چاڏيون هلنديون،
ڏسندي ڏسندي لنگندا ڏينهن،
آس نه آ مون لاٿي!

وس وس، وس وس، وس ڪر مينهن-
ڏاڍا ڏينهن ٿيا ٿِي!
(

سمجهئي ڇا آهي سنسار؟
ٿيندي شام، شفق ڇانئيندي،
ڇوليڇولي جهلڪا ڏيندي،
ڪجهه مانيٽا
جهيٽا جهيٽا
ويندي گيت ندي ڳائيندي
ٻگهه پر کولي،
ٻولي ٻولي،
بس اڏري ويندا ٻئي پار،
هڪبئي کان ٿي ويندا ڌار،
سمجهئي ڇا آهي سنسار؟
ڪونج افق ۾ رلندي رلندي،
ساٿي ڳوليندي دڳ ڀلندي،
لوندي لوندي،
ٽڪجي پوندي،
پوئين واءُ سرءُ جي گهلندي،
ڇتبا ٻيجا،
کيت ڇٽي جا،
پربا پاٽيءَ سان ٽمٽار،
داٽي مان ٿيندو انبار،
سمجهئي ڇا آهي سنسار؟

ٽيندا سانوڻ جا وسڪارا،
پل پل ايندا ياد پيارا،
ڪاريون راتيون،
۽ برساتيون،
گجندا بادل ڪارا ڪارا،
چائيندو جهڙ،
وسندي ڦڙ ڦڙ،
بوندون ڪرندي ٽينديون ڏار،
ڪابه نه لهندي ڪنهن جي سار،
سمجهئي ڇا آهي سنسار؟
ڪن پل تنهنجو منهنجو ميلو،
روح گهڙيءَ ليءِ ڏيندو ريلو،
سڀ اتفاقي،
ڪجهه به نه باقي،
هي مانداڻ،
سيڪجهه ڇاڻ،
سيڪجهه ڇاندوڪي ۽ پيار،
هن ڪان اڳتي آ انڌڪار،
سمجهئي ڇا آهي سنسار؟

آهه بهشت به ساڳي دنيا،
۽ دوزخ به نياڳي دنيا،
جنهن جنهن ماٽي،
سا سا راٽي،
جنهن جنهن آهه تياڳي دنيا،

سا جوڳياڻي،
جاڻي واڻي،
پاتو آ تنهن دک جو هار،
سرڪي ويجهو آ دلدار،
سمجهئي ڇا آهي سنسار؟

جيون -نَيا منڙي منڙي سُر ۾ پئي ڪجهه ڳائي،
سانجهي سهڙي آهه هستيءَ تي، ڪارا پَرَ ڦهلائي،
ڪوهيري ۾ ڪونج افق تي پرڙا تِي ڦڙڪائي:
آشا -ديپ جلائي-

هن نيا جي وهه تي ويو ڪو آشا- ديپ جلائي
هوريان هوريان هير نديءَ تي لاٽ پئي ٽمڪائي،
پاڻيءَ ۾ پاڇو چوڏاري جوت پيو ڦهلائي،
چولي ڏيئي سان ٽڪرائي، تيل پئي ڇلڪائي:
پل پيو لوڏا کائي،

. . . هن دنيا جي وهه تي ڏيئو پل پيو لوڏا کائي!
ڏس ته مٿان آڪاش پيو ٿو ڪيڏا ديپ جلائي،
هڪڙو گم ٿئي، ٻيو نڪري، تارن سان راند رچائي!
تنهنجو ڏيئو غرق ٿيو ته ٿي ويو جي جڳ کي جرڪائي،
دل نه سندءِ گهبرائي:
هن نيا جي وهه تي ڏيئو پل پيو لوڏا کائي.

پيئو، پيئو، پيئو ڙي يار!
جيئو، جيئو، جيئو ڙي يار!
پيئو ڙي يار! جيئو ڙي يار!
ڏينهن بہ ساڳا، نينهن بہ ساڳا، مند بہ ساڳي، مينهن بہ ساڳا:
ڪنهن جا ڪنهن جا ڏک سارينڌؤ، ڪيسين گڏريءَ ۾ گھارينڌؤ:
مي آ وهھ جو وهھ تي وار!
پيئو ڙي يار! جيئو ڙي يار!
چنڊ بہ ساڳو، رات بہ ساڳي، بوند بہ ۽ برسات بہ ساڳي:
هر شيءِ ۾ ڪا ياد رهي ٿي، ڏاهپ جنهن جا ڏنگ سهي ٿي:
ڏک جي ڏولي، سک جي سار!
پيئو ڙي يار! جيئو ڙي يار!
روپ بہ پل ليءِ رنگ بہ پل ليءِ، سات بہ پل ليءِ سنگ بہ پل ليءِ:
هار بہ پل ليءِ جيت بہ پل ليءِ، منڙا منڙا ميت بہ پل ليءِ:
جڳ ئي پل جو آهھ پسار!
پيئو ڙي يار! جيئو ڙي يار!
پيار پکيئڙو هو پرڏيهي، آيو هو پجري ۾ پيهي،
نيٺ اڏامي ويو ٻئي پار، جو نہ پکيڙيون ٻيا ڪي چار:
ڪيئي پکيئڙا، لک هزار!
پيئو ڙي يار! جيئو ڙي يار!
مکڙيون ميڙي ڍير لڳايو، مي ڇڙڪايو، ساز وڄايو:
ناچ وجھو، گھنگھرو چمڪايو، ڳايو، ڳايو، غم کي گھايو:
مهڪو، ڇهڪو، ٻهڪو يار!
پيئو ڙي يار! جيئو ڙي يار!

ڪٿي آ منهنجي منزل سائين، ڪٿي آ منهنجو ماڳ؟

رات انڌيري، ويل اويري،
چنڊ ستارا منهنجا ويري،
ڪڏهن اچي مون سان مل سائين، پلي پيو آ پاڳ.
ڪٿي آ منهنجي. . . .

ويهي ونجهه هٿان مان ڪيسين،
لهرين ساڻ لڙان مان ڪيسين،
سجهي نه ڪوئي ساحل سائين، سامهون سمنڊ اجهاڳ.
ڪٿي آ منهنجي. . . .

سات انهيءَ جو سنگ انهيءَ جو،
نينهن انهيءَ جو ننگ انهيءَ جو،
ڳولا ۾ آ شامل سائين، مون سان منهنجو راڳ!
ڪٿي آ منهنجي منزل سائين، ڪٿي آ منهنجو ماڳ؟

تون مون کي، مان توکي ڳوليان،
لکي ليئا پايان،
واجهه وجهي واجهايان!

آگ ازل جي! آگ ازل جي!
آءُ تهه توکي ڳايان،
سر ۾ سوز سمايان!

ساري رات سڄڻ مان سوچان،
تارن کي ترسايان،
ڳالهه ڳجهي ڳالهايان!

سور سوين سانڍي مان تڙقان،
توکي پيي تڙقايان،
لونءَ لونءَ منجهه لڪايان!

چنڊ! سنڌ چانڊوڪي آهيان،
پاڇو تي پڇتايان،
چؤ، توکي ڪيئن چايان!

تون مون کي، مان توکي ڳوليان،
لکي ليئا پايان،
واجهه وجهي واجهايان!

آيس آيس آيس، او،
سڏ سڻان تو تنهنجا، سائين!
پنهنجا پيارا ساٿ ڇڏي ويا،
چنڊ ستارا ساٿ ڇڏي ويا،
اونداهيءَ اٽڪايس، او،
سڏ سڻان تو تنهنجا، سائين!
سک جا سندر سپنا ساريم،
من ئي من ۾ ڏيئا ٻاريم،
پل پل واءُ وسايس، او،
سڏ سڻان تو تنهنجا، سائين!
منتڙا ماڻهو مرڪڻ وارا،
لوڻ ڦٽن تي ٻرڪڻ وارا،
گهڙيءَ گهڙيءَ جن گهايس، او،
سڏ سڻان تو تنهنجا، سائين!
آهي راحت رڻ جي ريتي،
اڄ ۽ رڄ جي ڏيتي ليتي،
کهڙيءَ پل پٽڪايس، او،
سڏ سڻان تو تنهنجا، سائين!
جهولي خالي، آلي آلي،
آس اکين ۾، ساهه سوالي،
آخر تو ڏي آيس، او،
آيس آيس آيس، او،
سڏ سڻان تو تنهنجا، سائين!

ï

من ۾ مڌ جي پياس ڀري،
شام وري آئي.
مڌ جي جوت جلي جيون ۾،
ڇنن ڇنن ٿي منهنجي ڇن ۾،
ڪنهن جي ڦيري نرتِ ڀري،
رڳ رڳ جاڳائي!
شام وري آئي.
نيل- ڪنول، جئن انگ ٻهڪ ساڳا،
من ۾ مست امنگ ٻهڪ ساڳا،
نچي نچي تنهن دور ڌري
منهنجي تنهائي
من ۾ مڌ جي پياس ڀري،
شام وري آئي.

ï

پري پرينءَ جي لوءِ! الا او لوءِ. . .
ووءِ ڙي ووءِ!
سري پتڻ تي آئي سانجهي، پکڙهه نه آيا پار،
نيٺ ته ايندا منهنجي من جا مانجهي اي منجهڌار!
آيا ڪونه ته پوءِ! الا او پوءِ. . .
ووءِ ڙي ووءِ!
ڪڏهن ڪڏهن ڪا ڪکري آئي، مگر نه ٿي وسڪار،
آهيون رڻ جا روجهه، تڪيون ٿا ڪارا ڪارونيار،
وسي نه ڪوئي ووءِ! الا او ووءِ. . .
ووءِ ڙي ووءِ!
ڪڏهن ته ايندو چنڊ اسان جو، اڃي ڪندو چانڊاڻ،
ساريون راتيون جنهن سان رهندي، پنهنجي روح رهاڻ،

هينئون انهيءَ سان هوءِ! الا او هوءِ. . .
ووءِ ڙي ووءِ!
پريا اسان جي من تي ڪيئي ڏڪڙا ڪيئي ڏاڍ،
پوءِ به انهيءَ جي خوشبو آهيون، آهه انهيءَ جي آڌ،
سار انهيءَ جي سوءِ! الا او سوءِ. . .
ووءِ ڙي ووءِ!
پري پرينءَ جي لوءِ! الا او لوءِ. . .
ووءِ ڙي ووءِ!
ï

پِي ڏس، پِي پس، منهنجو جام،
پري پري او پياسا پيءُ!
پياليءَ ۾ چاندوڪي آهي،
ان ۾ ڪوئي ڪفر به ناهي،
نڪي انهيءَ ۾ آ اسلام:
پيءُ انهيءَ مان، جڳ جڳ جيءُ!
پري پري او پياسا پيءُ!
جي تنهنجي دل ماندي آهي،
آءٌ ازل کان آندي آهي،
هيءُ ميءِ جنهن تي آ الزام،
جيءُ چوي ٿو جنهن کي جيءُ!
پري پري او پياسا پيءُ!
آ، ماڻهوءَ جو پيار پري پِي،
هي سهڻو سنسار پري پي،
برهم ڪري جنهن کي بدنام،
تون به اهو متوارو ٿيءُ:
پري پري او پياسا پيءُ!

پِي ڏس، پِي ڏس، منهنجو جام!
پري پري او پياسا پيءُ!
ï

رهندو ياد اهو الحاد:
چوان ٿو "مٽي زنده باد!"
آهه اهو ئي سچ،
انهيءَ تي اچ،
متو آ مچ،
پتنگا پچ،
چوان ٿو "مٽي زنده باد!"
رهندو هي مانداڻ،
مگر هي جاڻ
ته پنهنجو پاڻ
نه هوندو ساڻ
چوان ٿو "مٽي زنده باد!"
رهندي تنهنجي روءِ
نه تنهنجي بُوءِ،
مگر هر سوءِ،
اِها ئي جوءِ،
چوان ٿو "مٽي زنده باد!"
"مٽي زنده باد"!
انهيءَ الحاد،
ڪيو آزاد،
سدا دل شاد-
چوان ٿو "مٽي زنده باد!"
چوان ٿو "مٽي زنده باد!"

Ï

# چيچ

اڙي چنڊ، اڙي، چنڊ پرين تو ته ڏنو ناهه!
سندس روپ، سندس رنگ، ائين آهه جيئن تون!
اڙي رات، اڙي رات، پرين تو ته ڏنو ناهه!
سندس وار، سندس ونگ، ائين آهه جيئن تون!
اڙي قول، اڙي قول، پرين ته تو ڏنو ناهه!
سندس رنگ، سندس انگ، ائين آهي جيئن تون!
اڙي هير، اڙي هير، پرين تو ته ڏنو ناهه!
سندس ساٿ، سندس سنگ، ائين آهي جيئن تون!
اڙي نانگ، اڙي نانگ، پرين تو تو ڏنو ناهه!
سندم ڏاهه، سندس ڏنگ، ائين آهي جيئن تون!

Î

تون آءُ، هلي آءُ، هلي آءُ، هلي آءُ!
اي پيار، پلي آءُ، پلي آءُ، پلي آءُ!
هيءَ هيج پري سيج، هلي آءُ، هلي آءُ!
هي چاهه پريو ساهه، هلي آءُ، هلي آءُ!
هي سنگ پريا انگ، هلي آءُ، هلي آءُ!
هي نينهن پريا ڏينهن، هلي آءُ، هلي آءُ!
هيءَ ڏير پري هير، هلي آءُ، هلي آءُ!
هيءَ ڏات پري لات، هلي آءُ، هلي آءُ!
هيءَ سوچ پري لوچ هلي آءُ، هلي آءُ!

تون آءُ، هلي آءُ، هلي آءُ، هلي آءُ!
اي پيار، پلي آءُ، پلي آءُ، پلي آءُ!
Î

# وايون

آءُ، زندان جي جهروڪي مان نهار،
ڪهڙي پياري رات آهه!
آسمانن مان ڪري ٿو چانڊنيءَ جو آبشار،
ڪهڙي پياري رات آهه!
ٻن جهانن تي ڪري ٿي وار، ڪويل جي پڪار،
ڪهڙي پياري رات آهه!
هيءَ هوا، هي هيج، هي سامهون ڪجورين جي قطار،
ڪهڙي پياري رات آهه!
چنڊ تنهنجي لاءِ سيخن مان نهاريو بار بار
ڪهڙي پياري رات آهه!
تون ڪڙين ۾ پي ڪڏي سگهندي گهڙيءَ جي لاءِ يار!
ڪهڙي پياري رات آهه!
ڳاءِ پيارا! هيءَ درو ديوار ناهي پائدار،
ڪهڙي پياري رات آهه!
آءُ، زندان جي جهروڪي مان نهار،
ڪهڙي پياري رات آهه!


ترس اي حسن ازل،
اڄ ته منهنجو روح رڄجي ئي نٿو!
ترس اي پرده نشين، پردو هٽائي چار پل،

ترس اي حسن ازل،
اڄ ته منهنجو روح رڄجي ٿي نتو!
هيءَ هوا، هيءَ رات ۽ هيءَ آرزو دل ۾ اجهل،
ترس اي حسن ازل،
اڄ ته منهنجو روح رڄجي ٿي نتو!
چنڊ، تنهنجي لاءِ آهن منتظر، منهنجا ڪنول،
ترس اي حسن ازل،
اڄ ته منهنجو روح رڄجي ٿي نتو!
ترس، تو مان ڪجهه ته ڏاپن هاءِ هي اکڙيون پنل،
ترس اي حسن ازل،
اڄ ته منهنجو روح رڄجي ٿي نتو!

❖

هر محبت جي مزار،
وقت ڪوٽيندو رهي ٿو، ڏينهن رات.
چنڊ کان پڇ، جنهن جي پاڇي ۾ ٿين ٿا ڪيئي پيار،
هر محبت جي مزار،
وقت ڪوٽيندو رهي ٿو، ڏينهن رات.
رات کان پڇ، جنهن ۾ آهن زلف ڪيئي مشڪبار،
هر محبت جي مزار،
وقت ڪوٽيندو رهي ٿو، ڏينهن رات.
هير کان پڇ، جنهن برهه جي باهه ڪي ڪيو بيقرار،
هر محبت جي مزار،
وقت ڪوٽيندو رهي ٿو، ڏينهن رات.
تون به تنها، مان به تنها، ڪوئي ڪنهن جوناهه يار!
هر محبت جي مزار،
وقت ڪوٽيندو رهي ٿو، ڏينهن رات.



تنهنجي ڳولا، تنهنجون ڳالهيون صبح و شام،
مون کي پل پل پور تنهنجي پيار جا!
تنهنجون اکڙيون، منهنجي ڏاهپ جون ڏيائيون ٿيون مدام-
مون کي پل پل پور تنهنجي پيار جا!
رات مون کي چنڊ پهچايو هيو تنهنجو پيام-
مون کي پل پل پور تنهنجي پيار جا!
مون پرهه جي هير کي، ساجهر ڏنا تو ليءِ سلام،
مون کي پل پل پور تنهنجي پيار جا!
روح ۾ خيما کتا تنهنجا- مگر تنهنجو قيام؟
مون کي پل پل پور تنهنجي پيار جا!
اجنبي مون ليءِ هيا پنهنجا پرايا، خاص و عام،
مون کي پل پل پور تنهنجي پيار جا!
هر تصور، هر تخيل زندگيءَ کان انتقام،
مون کي پل پل پور تنهنجي پيار جا!
تنهنجي ڳولا تنهنجون ڳالهيون صبح و شام،
مون کي پل پل پور تنهنجي پيار جا!



رات ڪائي تانگهه تات،
منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!
زندگانيءَ جي چمن مان آئي خوشبوي نجات،
رات ڪائي تانگهه تات،
منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!
ڪنهن ازل جي راز ڳاتو، سر وڻايو ڪائنات،
رات ڪائي تانگهه تات،

منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!
اوچتو هر شيءِ لڳي ڄڻ بي ثبوت و بي ثبات،
رات ڪائي تانگهه تات،
منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!
هي ستارا، هي نظارا، نيٺ ڪنهن جي آ صفات!
رات ڪائي تانگهه تات،
منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!
چنڊ جو چارو وني، ڳولڻ لڳس مان حسن ذات،
رات ڪائي تانگهه تات،
منهنجي من ۾ آڳ جئن آئي پرين!



اي زمانن جا ضمير!
تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ؟
آب و گل مان چو بڻايئه زندگانيءَ جو ضمير؟
تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ؟
ڪاروان زيست جو چو آدمي تي ويو امير؟
تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ؟
آدميءَ ڪيو ڪوهه و صحرا، ماه و انجم ڪي اسير!
تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ؟
هاءِ ان جو قتل و غارت، بغض و نفرت، دارو گير!
تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ؟
چشم فطرت مان اجا تائين اگهيو ڪنهن ناهه نير!
تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ؟
جنهن ڪئي ڪوشش، انهيءَ جو آهه سوريءَ تي سرير!
تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ؟
اي زمانن جا ضمير!
تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ؟



وري اهائي تان اچي ٿي، وري اهائي تان-
سکي ڙي، وري اهائي تان!
پري پري پهچي ويا جنهن سان پل ۾ منهنجا پران،
سکي ڙي، وري اهائي تان!
لڳي وئي ڪا لوري جنهن مان، ڏريا رهيا سڀ ڌيان،
سکي ڙي، وري اهائي تان!
ڪٿ تي آهه نڪٿ جي ڇايا، سمهي پيا انسان،
سکي ڙي، وري اهائي تان!
مان ماڌوءَ لاءِ اِئن ٻوڙان، جئن ڇوڙي ڪان ڪمان
سکي ڙي، وري اهائي تان!
وري اهائي تان اچي ٿي- وري اهائي تان!
(ودياپتي)



جتي ڪتي هو آهي، جيڏيون، جنهن سان جان جڙي!
ملي ويو هو پنهنجي مڌ سان، ڳوڙهن منجهه ڳڙي،
جنهن سان جان جڙي. . . .
پرين اسان جي پيالي ۾ هو، جيسين رات لڙي،
جنهن سان جان جڙي. . . .
تنهن جي سار سوا، اي سرتيون، گهاري ناهه گهڙي،
جنهن سان جان جڙي. . . .
هاڻ اسان جو تنهن وٽ هوندو، جنهن ۾ آس اڙي،
جنهن سان جان جڙي. . . .
چني ڏنوسون، ڇجي نه سگهندي، تنهن جِي قرب ڪڙي،
جنهن سان جان جڙي. . . .



مان ڪويل، تون ڪاري رات،
توکي ڳوليان، توکي ڳوليان!
تون ئي ڳائين، منڙا سائين،
منهنجي لونءِ لونءِ ۾ تي لات:
توکي ڳوليان، توکي ڳوليان!
ڪيسين اڏران، ڪيسين ڪوڪان،
تو بن منهنجي ناهه نجات:
توکي ڳوليان، توکي ڳوليان!
منهنجو من اِينءَ ڳولي توکي،
جئن ڪو بن ڳولي برسات:
توکي ڳوليان، توکي ڳوليان!
تون ئي منهنجي سک جو سونهون،
تون ئي منهنجي ڏک جي ڏات:
توکي ڳوليان، توکي ڳوليان!



گهرا گهرا نيڻ پرينءَ جا،
ڪارا ڪارا نيڻ!
اٽيهينءَ جي اونداهيءَ جئن،
پيارا پيارا نيڻ!
ڪارا ڪارا نيڻ!
آيو تن ۾ نينهن تهه تي ويا
سڀ کان نيارا نيڻ-
ڪارا ڪارا نيڻ!
ملي وا اڄ منهنجي مڏ ۾

جيءَ جيارا نيڻ!
ڪارا ڪارا نيڻ!
من جي مڪڙيءَ تي پرندا پيا
هي متوارا نيڻ
ڪارا ڪارا نيڻ!



ڀنيٽ ڀنيٽ ڀڙڪن ڀڙڪن،
راڳ اسان جا، راڳ اسان جا!
اکڙين ۾ آڙاهه ازل جا، آڳ الا آ سارو تن من،
ڀنيٽ ڀنيٽ ڀڙڪن ڀڙڪن،
راڳ اسان جا، راڳ اسان جا!
شعلا شعلا سارو عالم، جڳمڳ جڳمڳ سارو جيون،
ڀنيٽ ڀنيٽ ڀڙڪن ڀڙڪن،
راڳ اسان جا، راڳ اسان جا!
تند تپي تي، ڪوئي منڙو نانءُ جپي تي، پٽڪي بن بن،
ڀنيٽ ڀنيٽ ڀڙڪن ڀڙڪن،
راڳ اسان جا، راڳ اسان جا!
ڳايان ڳايان جرڪي جوالا، سيئي ڏک سک جر ۾ جرڪن،
ڀنيٽ ڀنيٽ ڀڙڪن ڀڙڪن،
راڳ اسان جا، راڳ اسان جا!



ڳل تي ڳوڙها، گل تي شبنم-
ياد اوهان جي! ياد اوهان جي!
چٽنگون پاٽيءَ جي چوليءَ ۾،
هاءِ ستارن جو هي عالم!

سير سنڌوءَ جي پرخم پرخم!
ياد اوهان جي! ياد اوهان جي!
هير گهلي ٿي، نير چلي ٿو،
ڏير اچي ٿو، وسري ٿو غم!
نيڻ ته سگهندي چشم پرنم،
ياد اوهان جي! ياد اوهان جي!
پيار اوهان جا وار اوهان جا،
گهاو اسان جا ٿيندا ويا ڪم!
وقت لڳائي پل پل مرهم!
ياد اوهان جي! ياد اوهان جي!
مرڪ به ايندي سرڪ به ايندي،
چپ تي چپ رهندي ته نه پيهم!
منڙا سائين آهي ڪو دم!...
ياد اوهان جي! ياد اوهان جي!



ڪيئن ڪريان مان، ڪنهن به ريت،
منهنجي من کي چين ناهي!
هاءِ، ڪهڙي رات آهي،
چنڊ منهنجو ناهي ميت،
منهنجي من کي چين ناهي!
هيءُ گلابي رت ڇڏي،
مون کان رسي ويا ڪيئن گيت،
منهنجي من کي چين ناهي!
هار ڪائي هار ناهي،
جيت ڪائي ناهي جيت،
منهنجي من کي چين ناهي!

تون ڪٿي آهين پرين، آهي،
ڪٿي اڄ تنهنجي پريت!
منهنجي من کي چين ناهي!
ڪيئن ڪريان مان، ڪنهن ٻهه ريت،
منهنجي من کي چين ناهي!
❖

روح منهنجي جي نجات-
تنهنجي اکڙين ۾ هئي!
اوچتو تنهنجي اکين ۾ مون ڏٺو آبِ حيات-
روح منهنجي جي نجات-
تنهنجي اکڙين ۾ هئي!
پياري پياري، ڪاري ڪاري، هيءَ ڪجل جي ڪائنات-
روح منهنجي جي نجات-
تنهنجي اکڙين ۾ هئي!
تنهنجي اکڙين مان ملي، منهنجي تمنا کي ثبات-
روح منهنجي جي نجات-
تنهنجي اکڙين ۾ هئي!
تنهنجي ڇپرن جي ڇپر هينان ڪٽي مون ننڊ رات،
روح منهنجي جي نجات-
تنهنجي اکڙين ۾ هئي!
❖

# آزاد نظم

ازل جي پراسرار آڳ،
جلائي پئي ۽ وسائي پئي زندگيءَ جا ڏيئا.
ڏيئا ۽ ڏيئاٽيون پيون بدلنديون،
مگر لاٽ سان واٽ پئي جرڪندي-
سدا جوت ڪي آهه جاڳ!
ازل جي پراسرار آڳ،
جلائي پئي ۽ وسائي پئي زندگيءَ جا ڏيئا.

•

چنڊ جي پرون تي پير-
جڻ صدين جي سوچ جا گهرا نشان.
هيءَ ستارن ۾ جلڻ جاڳڻ جي هير-
جڻ ته آهن روح تنهنجي جا گمان،
نيرا نيرا آسمان!

•

اسان ننڊ جا نيڻ آهيون، پرين!
ستي ساهه جاڳي،
وجي دور دور،
ستارا لتاڙي اسان جو شعور،
سوين چنڊ ساٿي،
ڪتين جا سوين قافلا رهگذر ۾،
سفر ۾،
سوين ڪائناتون،
نه آغاز جن جو نه انجام جن جو،

زمان ۽ مڪان کان مسلسل نجاتون،
ازل کان ابد تائين سک جون براتون:
جڏهن موت ڪائون،
سوين راز آڻيون،
سوين ساز جي لاءِ آواز آڻيون،
سوين چنڊ چايون،
ستارا ٽِڪايون،
انهن سان اڃي جڳ سڄو جڳمڳايون،
- اسان جاڳ جا ياڳ آهيون پرين!

•

گل چڻن تا،
لهي وڃي ٿو چنڊ-
هي بدن، هي حرم، هي ڪعبُھ پاڪ،
جو مٽائي ڪيو وڃي ٿو خاڪ!
آرزو ڄڄ جي مثال آ، جا
زندگيءَ جي ڪنوار ڪي آخر،
موت جي سيج تي سمهاري ٿي،
زندگيءَ جا حسين چؤواٽا،
واديءِ تيرگيءَ ۾ گڏجن ٿا!

•

پوڄارين وانگر آشائون،
اڄ شاعر جي من مندر ۾،
سنک وڄائن ٿيون-
منهنجي ديويءَ جو هو سهڻو، سنهڙو جسم سڊول،
منهنجي من ۾ ناچ ڪري ٿو-

چيريون پائي،
ڦيريون پائي،
ناچ ڪري ٿو،
منهنجي من ۾!

•

چوندي چوندي،
ڪنا ڪيم ڪندا جهوليءَ ۾،
ٽاريءَ ٽاريءَ تان جئن پيارا،
پٽي سگهين تون سهڻا گل،
چيي نه توکي ڪوئي ڪندو
تنهنجي لاءِ منل،
چوندي چوندي،
ڪنا ڪيم ڪندا جهوليءَ ۾!
جاٽي واٽي،
هن جيون جي جوئا ۾ مان،
هارائيندو آيو آهيان،
جئن تون جيتين،
ٿڙي پون هر بار خوشيءَ ۾،
تنهنجا ڳاڙها ڳل!
تنهنجي لاءِ منل،
جاٽي واٽي،
هارائيندو آيو آهيان!

•

آءُ پونر هرجائي،
مکڙيءَ مکڙيءَ جو رس چوسيان،

سونهن پنيان سودائي-
مڪڙين جي ئي ميڙ ۾ گذريو سارو جيون منهنجو،
وچڙيو آهه سدا ڪندن سان ليڪن دامن منهنجو:
گهڙيءَ گهڙيءَ مون سوچيو آهي،
مڪڙيءَ مڪڙيءَ سان آ ڪنڊو،
پونر انهن تي پوءِ ٻه مڙن تا!
هن جيون جي ڦلواڙيءَ ۾،
بنا ڪنڊي گل ڇو نه ڪڙن تا!

•

روح انسان ۾ ليئو پاتم،
ڄڻ ته هڪ کوهه هيو:
مون ڏٺا چنڊ ستارن جا انهيءَ ۾ پاڇا،
مون چيو هيٺ ڏسان آ ڇا ڇا!
پوءِ پري ڏول ڏٺم جو پاڻي،
ٻن جهانن جون بلائون نظر آيون مون کي!

•

زندگي ريگزار آ، جنهن ۾
چوطرف آرزوءَ جا ڪانديرا!
زندگي سا پهاڙ جي نئن آ
جنهن جي هر تيز ڏار ۾ آهن
آرزو جا هزارها واڳون،
زندگي، سي پوائتيون سانجهيون،
تا لڳاتار ڪن لڪي جن ۾،
آرزو جا سوين ٻبر گجگوڙ،
آرزوءَ مان نجات نامعلوم،
زندگي، تنهنجي ذات نامعلوم!

•

ڏس، شفق ۾ شام،
کهنبي ۾ ڪنوار،
اندلٺ جو پائي هار،
آسمان جي سيج تي ليٽي پئي-
ڏينهن ڪان وڇڙي وئي ليلا چنيسر جي مثال!

•

هرڻ هنيلا،
ڊوڙي ڊوڙي، ٿڪجي ٿڪجي،
وڻ جي هيٺان بيٺا سوچن!
"ساري هستي ريتيءَ تي رچ،
"اڄ جي وهه ۾ ڪجهه به نه حاصل!
"هاءِ ستم، جو عمر گذاري،
"بوند بوند ليءِ پٽڪي پٽڪي،
"ڊوڙي ڊوڙي، ڪي ٿڪجي!"
هرڻ هنيلا،
بيٺا سوچن.
جنهن هن واريءَ ۾ ويندي ۾،
لهندي سج جي ٽِڪ جڙي آ،
آهه ڪٿي سو ازلي وينجهر؟
نيري اپ مان چنڊ ستارا،
ڪرن اشارا،
ساهه سنيها پائي تن جا،
چال هٽي من پهچي تن وٽ،
بسنت- رت جي باڪ- ڦٽيءَ ۾

هير ڏکڻ جي هنج ۾ پنهنجي
اهنج مٿائي، من ريجهائي:
گهڙي نه گذري- ساڳا ڪرڻا،
سج جون ٻرڇيون،
رج جو اولو،
اج جو جهولو،
ساڳيو رولو،
هر شيءِ آهي ساڳي ساڳي،
بوند بوند ليءِ ٽِڪي ٽِڪي،
ٻوڙي ٻوڙي، ٽڪجي ٽڪجي،
هرڻ هنيلا،
بينا سوچن!

•

ايتري فرصي هجي،
رات ساري چنڊ جا چارا ڏسان!
واهه جي ڪڙ تي پيل جي ڇانو سان پاڻيءَ مٿان،
ڪجهه گهڙيون لڙهندو رهان!
ڪجهه سرءُ جي شام ۾ سوچان سڙان، لوچان لهان!
ڪنهن پکيئڙي جي مثال،
صبح سانجهيءَ تو رهان
ڊاٽي پاڻيءَ جي پنيان!
زندگي منهنجي تخيل ۾ مگر
ڇهڪ واري ڇهنب، ڪنڊريل ڪنيءَ آ!

•

راتڙي، هيءَ نور جي برساتڙي،
ڪنهن مٿان ڇيڙي ستارن جي ستار،
آسمان مان پائي جڳ تي جهاتڙي!
سارو عالم ننڊ ۾ آهي الوٽ،
ڪنهن جي ڪنهن جي جاڳ تي ان کي سٽي،
ساز، جو سنسار جي سيني ۾ آ،
عرش کان وهندي اچي ٿي فرش ڏانهن،
نور ۾ نغمي جي نئن!
جڻ ته ڪوئي باز هو منهنجو خيال،
جو اڏامي ويو فلڪ تي دور دور،
ننڊ جي ننڍڙي پکيئڙي کي جهٽي!

•

هي انسان،
هي ڪونجڙيون،
وهندي پاڻڊءَ تي پاڇا ڪنديون،
اڏرنديون،
ٿيون وڃن ڪنهن طرف؟
ڪنهن طرف، صف به صف؟
ڪيستائين هليو آ سندن ڪاروان!
ڪير ڄاڻي ڪٿي آ سندن آشيان!
هي فراز زمين، وسعتِ آسمان،
پيارو پيارو جهان!
ڪهڙو پرڪيف آهي سفر!
هاءِ پر!
هي انهن جي دلين ۾ دهو،

ڪنهن شڪاريءَ جو خوف و خطر؟
ها، مگر
کھڙو پرکيف آ هي سفر!

•

امڻي رات، چنڊ چوٿيءَ ۾،
سينڌ ساري پري ستارن سان-
ٿهلندي ڪائنات ۾ آئي.
سانت هن جي ستار آ، جنهن تي
هوءَ سچو وقت گيت ٿي ڳائي.
ڏينهن جا ڏنپ مان به سهسائي،
ڪا گهڙي پنهنجي تند تاڻيان ٿو،
راڳ پنهنجا پري اماڻيان ٿو،
زندگيءَ جو حسين هندورو،
پنهنجي گيتن سان ويهي واڻيان ٿو-
جيستائين اکين کي پوري ننڊ
(رات جي پيڻ، چلولي، چنچل)
مون کي آغوش ۾ سمهاري ٿي!

•

رات بدمست ٿي، ڪڪر ڪارا،
جهومندا آسمان تي آيا-
چانڊنيءَ جو سهاڳ لٽجي ويو!
هيءَ ٻٽي رات!
چنڊ ۽ تارا
ڪير جاڻي چيپي ويا ڪيڏانهن؟
اوچتو آسمان جو ميدان،

تي ويو سارو گوڙ ۽ گهمسان،
وقت جي ديو جون رٿون ٻوڙيون،
چنڊ تارا لتاڙجي ويا سڀ،
روشني رات پر رهي اڻ لڀ!

•

اجنبي! آءُ، گهڙي آءُ، ٻه ٽي پل آ رات:
بيهه ولهه ۾ ته نه،
تارا ٻه جمي ويا ولهه ۾!
سيءَ جي سير ته ڏس، رات رڳون چوڙايون!
هاءِ هيءَ ٻاٽ، چنڊيءَ جڻ ته چڳون چوڙايون!
تو ٻري مچ هتي،
اچ هتي،
ڪا گهڙي سيڪ هٿن پيرن کي.
هي ڦٽل پير وري پنڌ ڪندا،
تنهنجو سوڳنڊ ڪندا،
هي ٽٽل هٿ هٽي هنڊ ڪندا!
مان چوان ٿو ته ضرور
وقت ايندو ته وري چڪنا چور
ڪوڙ جو ڪنڊ ڪندا!
آ اهو مچ سهارو پنهنجو،
بس فقط سچ سهارو پنهنجو. . .
پؤ ٽٽي تو ڪتي هي ٻه وسامي نه وڃي،
آگ اجهامي نه وڃي!
اجنبي! آءُ، گهڙي آءُ، ٻه ٽي پل آ رات!
آهه گهنگهور گهٽا واري رات،
چو طرف تيز هوا ۽ برسات،

نه جياپو نه جياپي جي بات،
موت هر چيز ڪئي آهي مات،
پر هتي ڏس ته ڄيڀ جي ڄڀ تي،
ڪوئي آواز پيو پڙڪا ڏي-
”تي نه مايوس ڪڏهن، اي پيارا!
”صبح ٿيندو ته سوين نور جون نهرون ڦٽنديون،
”آس ۾ جان ڪندي اس پيدا.“
- پر خبر ناهه ڪڏهن رات جون جهلون ڪٽنديون!
پؤ ٿئي ٿو ته ڪٿي مچ وسامي نه وڃي،
سچ وسامي نه وڃي!
آگ اجهامي نه وڃي!

●

هر قدم تي زندگيءَ جو جام زهر،
ڪنهن نئين سقراط جو آ منتظر!
هر گهڙيءَ سوري سڏي
ڪنهن نئين منصور کي:
تي ٻري شمع حيات،
آ جلڻ جنهن تي پتنگن جي نجات!
ڪوئي عيسىٰ، ڪوئي گوتم، ڪوئي گانڌيءَ جي صفات!
زندگيءَ جي سينڌ جو جهومر ٿيو،
جنهن سان جرڪيو حسن ذات!

●

هاءِ بازار جهان!
جنهن ۾ هر يوسف وڪامي،
هر زليخا جنهن ۾ دامن چاڪ آ،
جنهن ۾ هر شيءِ کان مهانگو آ خلوص،

جنهن ۾ سستو آههِ هر شيءِ کان ضمير،
حسن و حق معصوم پينوءَ جي مثال،
مون اتي پنندا ڏٺا،
تي ڪئي فرهاد تيشي جي فروخت،
قيس ان ۾ محمل ليلىٰ وڪيو،
سرجهڪائي تي ويو نوشيروان،
هاءِ بازار جهان!

•

زندگيءَ جاودان،
جو تصور ڪيترو بي ڪيف آههِ!
تا وجون دنياءِ رنگا رنگ مان،
هر قدم تي هئي جتي قوس قزح،
پير پنهنجي جي ڪڙي!
۽ جتي موج صبا
هر نفس لاءِ صورتِ زنجير هئي!
ڪيئي زلف مشڪبو،
قيد جن ۾ هئي اسان جي آرزو!
اڄ اهي زنجير ٽوڙي تا وڃون،
اڄ اهي ناتا نهوڙي تا وڃون،
عالم بي رنگ ويو ۾ دور دور،
آ جتي بَس ڪوئي نور،
جو فروزان بي سبب آ چوطرف،
جنهن جي بارش ۾ سدا،
تا ابد هن زندگيءَ مختصر جي ياد ۾
روح رهندو اشڪبار. . .
بي قرار!

•

# نظم

وري ڪونج ڪرڪي،
وري جوتِ جرڪي،
وري چاڳ چرڪي،
اتي ميت، ڪر ڪي!
جڏهن رات آئي،
تڏهن تو عطائي!
ڏياتي جلائي،
ڪئي روشنائي.

وجي تي وهاڻي،
جڏهن رات راڻي،
نه تو ساز ساڻي،
نه تو تند تاڻي!

نه ترساءِ پيارا،
نه گهبراءِ پيارا،
اتي ڳاءِ پيارا،
پرينءَ لاءِ پيارا!



گهاو پيو مان پنهنجا پويان،
ڳاڙها ڳاڙها گل سيني مان
تنهنجي لاءِ سدائين سويان،
آءُ ڪلا جي ڪالي، تن ڪي

تنهنجي آءٌ لتڙ ۾ لويان!



زندگانيءَ جو جام پيئون ٿا-
۽ جڏهن جام ٿو اچي چپ تي،
ٿو تبسم شراب ۾ گڏجي:
مرڪ ڪي سرڪ سان محبت آ،
سرڪ ڪي مرڪ سان محبت آ:
مست آهيون مدام پيئون ٿا.



رقص و پرواز ۾ گذاريون ٿا،
زندگي چندِ آ، چڪور اسين،
زندگي بادل آهه، مور اسين:
سونهن ڪي ساهه سان محبت آ،
ساهه ڪي سونهن سان عقيدت آ،
سونهن تي ساهه پنهنجو واريون ٿا.



سير سنسار جو ڪريان ٿو مان،
آسمان دور ناهه، بس هڪ گام،
مون نوائي ڏني ڪتيءَ جي لام،
مون ستارا چني، پري جهولي،
اڄ سجائي مٺي مٺي ٻولي،
زندگي، تو اڳيان ڌريان ٿو مان.



زندگيءَ جي خمار خاني ۾،
تشنگيءَ جي ڪمي نه آ ڪائي،
پيڙ ساڳي اتي لڳي آئي:
آ اجا صبح و شام گردش ۾،
جام و مينا مدام گردش ۾:
رند آيا ويا زماني ۾.



شام جي وقت روح جي چر ۾،
زندگيءَ جو نهنگ آ خاموش،
تي ويو هر امنگ آ خاموش،
نه جنون آهه ڪو، نه ڪوئي جوش،
جهاتي پائي رهيو آ صبر و هوش،
زلزلي بعد روح جي گهر ۾.



روشني! روشني! ڪٿي آهين؟
موت آ حسن تي به پاتي جيت،
چاندني رات ۾ سمهي پيا گيت:
ڪنهن نه ڄاتو ته تون مري ويندينءَ،
چنڊ سان سير ۾ تري ويندينءَ:
نور جي جل پري! ڪٿي آهين؟



تو پريو هو شراب اکڙين ۾،
جنهن کي آبِ حيات سمجهو مون،
آرزوءَ جي ثابت سمجهو مون:
اڄ نه تون آن نه پيار باقي آهه،
جڻ سڄي ڳالهه اتفاقي آهه،
نه خيال آ نه خواب اکڙين ۾.



آرزو چور چور جام آهي،
جنهن جي مون بوند بوند پيتي آ،
عمر ڪان روز راند جيتي آ،
پر اها جيت ڪيستائين آ!
ڳيت تي ڳيت ڪيستائين آ!
تشنگيءَ ڪي فقط دوام آهي.



هاءِ مان تو نظر ڪريان جيڏانهن،
حسن عالم جي انتها آ خاڪ،
ابن آدم جي انتها آ خاڪ:
تو ڪري روح رات جو ريهون،
ساغر زندگي ته ٿيو ڇيهون،
بوي ميءَ جو وجود ويو ڪيڏانهن؟



هيءَ نماشام، هي افق تي سج!
يا سڪو نان ڪو ڇپائي ٿي،
جهول گيڙوءَ- رتي ٻڪاريءَ جي:
هيءَ سرءُ ۾ ندي، پريان هو ٻيٽ،
اِئن سڪي ويا جيئن ٻڪئي جو پيٽ. . .
جڻ ڏڏي ويو ڏسي انهن کي سج.



منهنجي جهوليءَ ۾ آ ته ڳايان مان،
چنڊ اڄ تون اداس آهين ڪجهه،
نور مان ٿيو نراس آهين ڪجهه!

ڳالهڙيون ڪجهه ڪري محبت سان،
گهاو تنهنجا سبان نفاست سان،
تنهنجي منهن تان گهٽا هٽايان مان.

★

گرچه پر انتشار آ هستي،
زندگي زندگيءَ کي ٿي گهائي،
آدمي آدميءَ کي ٿو کائي:
منزل زيست جو پري آ پنڌ،
پو به هن چنڊ رات جو سوڳنڌ،
حسن جو آبشار آ هستي.

★

آرزوءَ جي اداس نگريءَ ۾،
شام ميرانجهڙيون چڱون چوڙي،
آئي آهي مثال بيوه جي،
زندگانيءَ جو جام خالي آ،
گرچه چوڌار قحط سالي آ،
مان چوان ٿو نئون شراب پريان،
پنهنجي ڪوزي ۾ آفتاب پريان،
آس اپري نراس نگريءَ ۾،
آرزوءَ جي اداس نگريءَ ۾.

★

هاءِ حياتي! هي ٿوهر جو وڻ!
جڏهن اٿيون گهنگهور گهٽائون، جڏهن ونو ساوڻ،
هاءِ سندس ٻانهون ڦهلائڻ، هاءِ سندس اڻ تڻ!
سنهي سنهي برسات الا! هوءَ چاٽ اها چڻ چڻ!

وئي پکڙجي پوٽي پوٽي، اڪليا ان جا من،
نهي ڊهي ويا، ڊهي نهي ويا، جڻ ڪڪرين جا ڏڻ،
ور وجهندي وچ آئي پل ليءِ، واجهايو واهڻ،
گهرائيءَ ۾ لهرائي جڻ، صحرائي نانگڻ،
نيڻ نيڻ مان نشي نهاريو، گهلندو رهيو ڏڪڻ،
دور دور تان ديدون آيون جنڊڙيءَ ۾ جهلڪڻ،
هاءِ اهو هن ويراني جو، ويرم ليءِ وسرڻ،
گهڙي پلڪ ليءِ سج جي ٻيڙيءَ جو جهڙ ڪي جهاڳڻ،
پوءِ ته اهائي تيز تپت ۽ ٻيري جو ٻرڪڻ،
نه ڪي قلڻ قولڻ آ ان ۾، نه ڪي جهلڻ جهولڻ. . .
هاءِ حياتي! هي ٿوهر جو وڻ!



ڪٿان اڏامي آيا پکيئڙا،
ڪٿي هنن جو ديس!

هو آڪاش ۾ اڏرڻ وارا دور دور تان آيا،
ڪنهن سي هن پاپي نگريءَ ۾ پڃري ۾ ڦاسايا؟
هڪ سندر سپني جئن ڏيکاري ڏئي جڳ جي مايا،
سارو جيون وهندي پاٽيءَ تي چوڏهينءَ جي ڇايا،
ويو انهن کان وسري، ڪهڙا پنهنجا ڪير پرايا!
ڪڏهين ڪڏهين نيري اڀ مان، تن کي نياپا آيا،
ڪڏهين ڪڏهين چنڊ انهن سان، پنهنجا نيڻ لڙايا،
ڪڏهن ڪڏهن تارن هينان تن، گيت پراڻا ڳايا،
ڪيئي ڀيرا تن پڃري ۾، پنهنجا پر ڦڙڪايا،
آخر پڃري کي ڀاهي، ڪنهن تاڙي هٽي اڏايا. . .

بنا پرن اڏري ويا پکيئڙا،
ويا مٽائي ويس. . .
ڪٿان اڏامي آيا پکيئڙا!
ڪٿي انهن جو ديس!



پڃري جي ڳڙکيءَ مان ويهي،
آءٌ نهاريان... هنجون هاريان...
نيريءَ نيريءَ ڪڪريءَ تي مان دور وڃان،
’چند پري آ، چند پري آ، چندڙ اجان‘،
ڪيئن مڃان، او ڪيئن مڃان، او ڪيئن مڃان!
ويو پرواز پرن ۾ پيهي،
پاڻ سنپاريان... هنجون هاريان...
پڃري جي ڳڙکيءَ مان ويهي،
آءٌ نهاريان... هنجون هاريان...
اڄ ته اڏامان، اڄ ته اڏامان، ڪونه جهليم،
ڪيسين پڃران، ڪيسين ڪامان، ڪونه جهليم،
هاءِ لڏن ٿيون سامهون لامان، ڪونه جهليم،
مان پرڏيهي، مان پرڏيهي،
هت ڇو گهاريان... هنجون هاريان...
پڃري جي ڳڙکيءَ مان ويهي،
آءٌ نهاريان... هنجون هاريان...



ڪيو گلن سان پيار نه سائين،
ڇئو گلن کي يار نه سائين،
ڇو ته اهي مرجهائي ويندا،
ڪنڊن ۾ ڦاسائي ويندا.
رکو چنڊ سان چاهه نه سائين،
ڏيو چنڊ تي ساهه نه سائين،

ڪيسين ان ليءِ لاتيون لونڊؤ!
اڏري اڏري ٿڪجي پونڊؤ.



مان هرڻ، تون منهنجي هرڻي، اي مٺي!
پٽڪي پٽڪي، زندگيءَ جي رڃ ۾،
ٽڙڪي ٽڙڪي، آرزوءَ جي اڃ ۾،
تنهنجي صورت ريت ۾ رلندي ڏٺي،
تنهنجي اکڙين ۾ هيو آبِ حيات،
منهنجي پياسي روح جي پهرين نجات.



تنهنجي اکڙين ۾ سدائين رڃ هئي،
منهنجي اکڙين ۾ ازل جي اڃ هئي.
تنهنجي اکڙين ۾ ڪنول مرڪي ڏنو،
منهنجي اکڙين ۾ پنو من ماڪ جو.
تنهنجون اکڙيون ڪيپ واريون، مڌ سمان،
منهنجي اکڙين ۾ هيا پيالي جا پران.
منهنجي اکڙين جي جڏهن توسان ٿي پريت،
تنهنجي اکڙين مان پريائون روز گيت.
تنهنجي اکڙين کي هئي هرڻين جي هير،
اوچتو ڊوڙيون، ٽپيون واريءَ جا ڍير.
منهنجون اکڙيون پوئتان رلنديون ويون،
شام ٿي وئي، نيٺ مانديون ٿي پيون.





پير جو آواز تنهنجو، مون سڄاتو آهه يا نه!
سچ ٻڌايانءِ ڪيئن آهه!
- رات جي برسات ۾ جئن واءُ ڳائيندي اچي،
خامشيءَ جي ساز تي مضراب ڦيريندي اچي،
ٿاڦ ڪکريءَ تي لڳي، جهومي اٿي هيءَ ڪائنات،
راڳ جي هلڪي ترنم ۾ ٿئي گم چنڊ رات. . .
چوءِ برابر آهه يا نه؟
سونهن تنهنجي جو هميشه گيت ڳاتو آهه يا نه؟
سچ ٻڌايانءِ ڪيئن آهه!
- سمنڊ تي پاسا ورائي چاندني جئن صبح جو،
۽ افق مان سج ڪڍي پهرين ڪني جئن صبح جو،
واءُ ۾ خنڪي هجي ۽ ڏنڌ ڪجهه چايو هجي،
دور شاعر جي نظر ۾ دور ڪجهه آيو هجي. . .
چوءِ برابر آهه يا نه؟
هاءِ! غم تنهنجو هيئين سان مون ٻه لاتو آهه يا نه؟
سچ ٻڌايانءِ ڪيئن آهه!
- لڙڪ تنهنجي تي سڄيءَ دنيا وڃايو روپ رنگ،
ٽهڪ تنهنجي تي سڄي عالم وڄايو جلترنگ،
تون خوشي، تون آنهه غم، ٻيو زندگيءَ ۾ آهه ڇا؟
تنهنجي جهاتيءَ کان سوا دل جي دريءَ ۾ آهه ڇا؟
چوءِ برابر آهه يا نه؟
اي پرين، توکي وڃائي پوءِ ٻه پاتو آهه يا نه؟
سچ ٻڌايانءِ ڪيئن آهه!
- ڏرتتيءَ ۾ ڏس ته نم جي ڇانو لهرائي پئي،
هير ۾ جهولي پيو وڻ جڻ فضا ڳائي پئي،

سج لهي ويندو ته چا! نم ڪان جدا ٿيندي نه چانو،
اي پرين تئن تنهنجي منهنجي آهه هڪ هستي ۾ نانو
چؤ برابر آهه يا نه؟

✶

آءُ بادل، مان ٻه روئان تون ٻه روءُ،
مان ٻه غم جا داغ ڌوئان، تون ٻه ڌوءُ.
زندگي منهنجي ٻه آ پٽڪڻ پلڻ،
آسمانن جي جهانن ۾ رلڻ،
گاهي گاهي مست ٿي جهولڻ جهلڻ،
ڌرتيءَ جي پياس تي ڇلڪڻ ڇلڻ،
آ هزارين ميڪدا منهنجو ڪلڻ،
سو بهارن کي صدا منهنجو گهلڻ،
زندگانيءَ ليءِ سدا ڦولڻ ڦلڻ،
آءُ بادل، مان ٻه روئان تون ٻه روءُ،
مان ٻه غم جا داغ ڌوئان، تون ٻه ڌوءُ.
مان ٻه تو جئن چنڊ تي آهيان ڇريو،
روح منهنجو چانڊنيءَ جي نئن تريو،
چنڊ جي ويجهو ويو، پر ڇا وريو!
نور نيڻن جو جڏهن پل ليءِ نريو،
چنڊ ڇهري تي ڪٽي پردو ڌريو،
راتڙين جو هانءُ منهنجو ٿي ڏريو،
تون ئي چؤ، آ ساهه تنهنجو ڪئن سريو!
آءُ بادل، مان ٻه روئان تون ٻه روءُ،
مان ٻه غم جا داغ ڌوئان، تون ٻه ڌوءُ.

✶

ڇڏ تہ ڪيان مان ننڊ، گهڻو ئي مڌ پيتو آ مون،
ڪيسين منڙيون منڙيون ڳاليهون ورنايان تنهجون،
جوت جلائي، منهنجي پرسان ٻاري خوشبوئون،
پلي هليو وڃ تون.
ڇڏ تهه ڪيان مان ننڊ، جلايو آهي مون ڪي جاڳ،
نگريءَ نگريءَ ۾ ڀٽڪيو هان، مان ويڙهي ويراڳ،
ڇيڙي منهنجا ساز، جڳائي تن ۾ منهنجا راڳ،
پٽ تي موٽ سجاڳ.
ڇڏ تهه ڪيان مان ننڊ، رکي ڇڏ پرسان منهنجي بين،
جنهن جي سر جو سوز، وڄائي ٿو ڪيئي قالين،
جن تي ليٽي روح اٿي ٿو، اڻ ڪٿ خواب حسين،
پائي ٿو تسڪين.
ڇڏ تهه ڪيان مان ننڊ، مٿان آ چنڊ ڪئي چانڊاڻ،
تنهنجي اکڙين جو ملهه ڏيان، اڄ منهن منهن تائين آڻ،
منهنجو ساهه ڇهي جئن، تنهنجي سيني جي سرهاڻ،
چڱو هليو وڃ هاڻ.

(خليل جبران)



سانجهيءَ جا پاڇاوان ڦهليا، من ٿيندو ويو مات،
ڪڪريون آيون، ترسيون، برسيون، رم جهم آندي رات،
هوءَ ايندي، هوءَ ايندي، منهنجي تن ۾ رهندي تات،
مان چانئڻ تي وينو آهيان، پلي پوي برسات.



ويجهو، ويجهو، ويجهو پهتو هوريان هوريان پير،
ساڳيا گهنگهرو، ساڳي ڇم ڇم، ڪوئي ناهي ڦير،

ايندي آهي هوءَ اورانگهي، گهڙيءَ گهڙيءَ جو گهير،
ارهي من ۾، سرهو سرهو، هئن ايندو ٻيو ڪير؟

(ٽئگور)



موت کان پوءِ آهه تن باقي نه من،
روح مان آزاد ٿيندو هي بدن،
۽ بدن سا خاڪ آ، جنهن جو وطن،
ڪوبه ناهي،
ڪوبه ناهي.
موت کان پوءِ چنڊ ساڳيءَ جاءِ تي،
تو نهاري، تون ڪٿي آهين! ڪٿي!
تي خموشي رات جي گويا چوي،
ڪوبه ناهي،
ڪوبه ناهي.
آئي ننگي پير نڪري نينگري،
خاڪ ڪنهن جي تي چمي هن جي تري،
اوچتو چرڪي ڏسي تي هوءَ ڦري،
ڪوبه ناهي،
ڪوبه ناهي.



زندگيءَ جي چار ۾ ڪيئي خوشيون،
اوچتو آيون، نچيون، ٽڙقي ميون،
ڪيتريون پياريون هيون!
ان ڪري ئي آهه پياري ڪائنات،

چو ته رهڻي ناهه هت ڪنهن جي بهه ذات،
آههِ هر شيءِ بي ثبات.
هي سبب ناهي ته گهارين رنج ۾،
ڳول هيرا هر گهڙيءَ جي گنج ۾،
آءُ منهنجي هنج ۾.

✶

صنوبر جي سايي ۾ ويهي رهون،
چمي جئن سگهي چندُ تنهنجون چڳون،
گهڙيءَ ليءِ گناه محبت ڪيون،
نه شايد وري زندگيءَ ۾ ملون.
پرين، ڪوئي انسان انسان جو،
نه ٿيو آ نه ٿيندو سدا مرحلو،
فقط رات جي رات تو جئن ڏنو،
صنوبر جي ٻانهن ۾ مهتاب هو.
سندءِ جسم جي اجنبي آرزو،
سندم روح ۾ اِئن ڦري ڪو ٻڪو،
جئين رڻ ۾ ڪائي هرڻي ڦري،
ڪري ڪنهن منيءَ نهر جي جستجو.
نه مرجهائجي جو اهو گل گناهه،
سچو وقت سرهاڻ ۾ آههِ ساهه،
تمنا وجائي نه شل تازگي،
پرين، آههِ جيسين اسان ۾ پساهه.
هلي آءُ آغوش ۾ نازنين،
تمنا سدا آههِ جنت نشين،
محبت گنهگار آ پر حسين،
پرين، او پرين، او پرين، او پرين!

حسين جسم سمجهي ڪليسا مثال،
پرستش ڪئي راهبه جئن خيال،
محبت ڪئي آهه مون ماه و سال،
گنهگار آهيان مگر باڪمال.
ڪٽان آئي آهين ڪٽورا ڪٽي،
قريب اچ ته تنهنجي اکين کي چمي،
پيئان ڳيت سان زندگيءَ جي چڪي،
هلي آءُ اي هير پنجاپ جي.
پيارينم پنهنجي اکين مان شراب،
چني ڏينم پنهنجي چپن مان گلاب،
نه آ ڪو حسين جسم جهڙو ثواب،
گنهگار آهيان مگر لاجواب.



جواني نه رهندي،
جواني نه رهندي.
اسان جي صدا آ صداي الستي،
ڪيو ميءِ پرستي، ڪيو ميءِ پرستي!
پيئو حسن هستي، پيئو حسن هستي!
اجا ٻي به مستي، اجا ٻي به مستي!
سدائين ميء ارغواني نه رهندي،
جواني نه رهندي،
جواني نه رهندي.
اهو جام و مينا ٻه ٽي ڏينهن آهي،
اهو جوش صهبا ٻه ٽي ڏينهن آهي،
طلسم تمنا ٻه ٽي ڏينهن آهي،
مگر، پوءِ ٻه چا چا ٻه ٽي ڏينهن آهي!

مجان تو سدا زندگاني نه رهندي،
جواني نه رهندي،
جواني نه رهندي.
سدا فرش گل تي ڪندي رقص شبنم،
سدا چنڊ ايري ڪندو سير عالم،
سدا هير ۾ جهومندو زلف برهم،
مگر ابن آدم، مگر ابن آدم،
پڇ تي ڏينهن آ، عمر فاني نه رهندي،
جواني نه رهندي،
جواني نه رهندي.
اها چاندني رات رهندي نه منڙا!
منيون ۽ ملاقات رهندي نه منڙا!
اها تانگهه ۽ تات رهندي نه منڙا!
خصوصا خرابات رهندي نه منڙا!
نه رهندي نه رهندي جواني نه رهندي،
جواني نه رهندي،
جواني نه رهندي.
هلي آ گذاريون ائين زندگاني،
نه الله باقي نه انسان فاني،
اسان جي حقيقت مجاز آهه جاني،
اسان جي عبادت جواني جواني،
جوانيءَ سوا بي نشاني نه رهندي،
جواني نه رهندي،
جواني نه رهندي.
★

**نندڙڪڙيون نچڙيون**

**اچو اچو!**
**نچو نچو!**
**تمام ڪائنات رقص جام ۾ رچي وئي،**
**سرود و ساز جي صدا ڪلام ۾ رچي وئي،**
**حياتِ مختصر خيال خام ۾ رچي وئي،**
**شباب جي عظيم انتقام ۾ رچي وئي.**
**اچو اچو!**
**نچو نچو!**
**اسان مڃو ته زندگي فقط خيال و خواب آهه،**
**روان دوان، روان دوان، مثال موج آب آ،**
**مگر ڏسو ته ميڪدي تي آيو ماهتاب آ،**
**ٿڙي پيو شباب آ، ڇڙي ويو رباب آ.**
**اچو اچو!**
**نچو نچو!**
**پيئو پيئو، پيئو پياڪ، جام ۾ نجات آ،**
**نه آهه انت آد ڪو، مدام ڪائنات آ،**
**مگر سدا نه سنگ آ، سدا نه هيءَ رات آ،**
**حياتي بي ثبات آ، حيات بي ثبات آ.**
**اچو اچو!**
**نچو نچو!**
**نچو، نجات جو سبب نه ڌيان آ، نه گيان آ،**
**ازل ابد فريب آهه، وهم آ گمان آ،**
**فقط اِهو جهان آ، فقط اِهو جهان آ،**
**مگر اِهو جهان رنگ و بو جو داستان آ!**
**اچو اچو!**

نچو نچو!
بهار تي نہ آهه ڪوئي پروسو، اچو اچو!
شباب مان گلاب رات پر چنو، اچو اچو!
نچي ڪيو سجود ڪامر ديو جو، اچو اچو!
پيئو پيئو، جيئو جيئو، نچو نچو، اچو اچو!

★

(نوٽ: ”نندڙا ڪڙيون نچڻيون“ تڪشلا جي عجائب گهر ۾ هڪ پٿر جو مجسمو آهي، جنهن ۾ ڏيڪاريل آهي تہ گوتم ٻڌ کي گيان ملڻ کان اڳ ......... عياشيءَ جي جواب ۾ محو هئا.)

# (نٿيا گليءَ جي شام)

شام جو سج پهاڙ جي پٺ تان،
جرڪندو اِئن ٻڏي ويو آهي،
سون جو ٿال ڪنهن حسينہ کان،
ڄڻ هٿن مان ڪري پيو آهي.
هر طرف ابر ڪوهسار رڱي،
اِئن شفق آسمان تي ڇائي،
ڄڻ تہ کهنبو ڍڪي ڪٺهڙي تي،
ڪائي ميندي‌ءَ رتي ڪنوار آئي.
چيل جي شاخ شاخ تان شبنم،
رهگذر تي وسي رهي آهي،
يا ڏسي هيٺ ماتريءَ جو غم،
حسن جي دل پڄي پئي آهي.
دور هوندي بہ تون قريب آهين،
آءٌ جنهن کان فرار ڳوليان ٿو،

هر نئين حسن جي تمنا ۾،
جڻ ته تنهنجو ئي پيار ڳوليا ٿو.
پيو پڇي هانءُ، ڪجهه هري آيو،
ابر ڇايو، پريان گهٽا نڪتي،
زندگيءَ جي وفا ته هئي معلوم،
هاءِ، تنهنجي وفا به ڇا نڪتي!
حسن جي جستجو فقط پيارا!
آهه مون لاءِ با وفا نڪتي،
ڪيترو وقت ٿيو شڪسته ساز
اڄ وڳو آهه وري، صدا نڪتي.
★

# (ڪوهه مريءَ تي)

ڪالهه مون کي چيو پئي مالهيءَ، "هيل ڏاڍو ڳڙو وسيو آهي،
"آهه آڙو رهيو نه خوباني، ناک جو وڻ ٻسو ٻسو آهي،
"ڳوٺ منهنجو پريان پهاڙيءَ تي، ٻي نظير آ، مگر ٻڪيو آهي."
آ وئي ويڙهجي شفق ۾ شام، دور سورج غروب ٿيو آهي،
ڪنهن مصور جو روح آ گويا، ابر ڪهسار اِئن ڪڙو آهي،
هيءَ صنوبر جي شاخ تي شبنم، جڻ ته هٿ جوهريءَ جو آهي،
ڪنهن ڪنواريءَ جي لڄ ۾ گويا، ڳوٺ سارو ٻڏي ويو آهي،
نهر ۾ آسمان جو پاڇو، شام جو اِئن پئي رهيو آهي،
جڻ ڏسي آئيني ۾ پنهنجو پاڻ، حسن حيران ٿي ويو آهي،
ٿي ٻري باهه ٻک جي ان ۾، ڏنڌ ۾ دور جهوپڙو آهي،
نه ڏياٽيءَ ۾ تيل آ ان جي، ۽ نه ٻاٽيءَ ۾ ٻوڙ ڪو آهي،
نه سياٽي جو ساٿ آ ان سان، نه ڪوئي اڄ ۾ آسرو آهي،
تنهنجي تخليق ۾ اڙي خالق! ايترو فرق نيٺ ڇو آهي!
مان ته سمجهان ٿو تون ڪٿي ناهين، هي سڄو ڍونگ ڪنهن رچيو آهي!
ورنه انسان ڪان زياده ڪو، حسن تنهنجي جو آئينو آهي؟
پوءِ به بيحال آهه هو ٻُک ۾! تنهنجو جلوو ٻڪيو ڏکيو آهي!



هوءَ ڪاري ڪڪري ڇائي آهه،
گهنگهور گهٽا لهرائي آهه،
اولهه ڪان آنڌي آئي آهه
وک پوءِ به نه پٺ تي هٽٽي آ،
منزل تي ساهي پٽي آ.

تقدير ڪڏهن به نه نهندي آ،
تدبير هميشہ ڍهندي آ،
دل پنهنجي پوءِ به نه رهندي آ،
هي ڪوٽ اسان ڪي پيڄٽو آ،
اڄ ميخون موڙي وڄٽو آ.
منظور نه شل زندان ٿئي،
مجبور نه شل انسان ٿئي،
مشڪل ته پئي آسان ٿئي،
دنيا ته سکن جي سيج نه آ،
لا حاصل ليڪن هيچ نه آ.

✶

ڏو ڏڙام!
اف غلام!
هير تي غريب کي
اک لڳي وئي هئي،
آه! بدنصيب کي
ڪل نه پر پئي هئي. . .
بادشاهه جو پلنگ!
نرم نرم، رنگ رنگ!
رڙ ڪئي پريان ڪنيز،
”پاندان! پاندان!“
ننڊ آ عجيب چيز-
هي ستو رهيو جوان،
چوبدار ڪئي هڪل،
هو اٿيو ڏئي اچل.
آسمان ۽ زمين

اوچتو ڦري ويا،
ڪيس ڪيئن اچي يقين،
جي هري مري ويا،
سي چون، هٽي ٽڪون،
”نامراد! هي چڪون!“
’. . . شاهه هن پلنگ تي
ماه و سال آ ستو،
مان گهڙي امنگ تي!
آه! نفس آ ڪتو‘
لعنتون وڌيس ضمير:
ٿي لتون هنيس وزير. . .
ڏو ڏڙام!
اف غلام!



ڪنجهندي ڪنجهندي، آئي پٽي تي ٽرام!
سهڪي سهڪي، دونهون نڪتو، چوندو ”اڏام اڏام!“
دهڪي دهڪي، چمنيءَ جي دل کي آيو آرام،
وئي ويڙهبي جئن اوندهه ۾ گدلي گدلي شام،
بلب بلب تي پتنگ آيا، ٿيو سوجهرو جام،
(ڪوڙو ڪانچ جلائيندو ڪئن؟ خام محبت خام!)
آهٽ آئي، ڳاهٽ ٿيا، سو گمره ۽ گمنام. . .
پئي اينگهندي ڪيسين دنيا؟ چنگهندو پيو عوام؟
ڪنجهندي ڪنجهندي، آئي پٽي تي ٽرام!



سوچيو آهه انهيءَ تي ڪڏهين هن چاڪيءَ جي ڏاند!
اڪيون ٻه هن جون بند، ته آهي جسم ٻه هن جو ٻاند،
پڻي سڄي آ هن جي ڦٽ ڦٽ، سٽ سٽ جي آ راند-
سوچيو آهه انهيءَ تي ڪڏهين، هن ويهي هيڪاند!
رڪيءَ سڪيءَ تي راضي آهي، تتيءَ ٿڌيءَ پيو ڪاهي،
ڦٽ ڦٽ جو هي عادي آهي، ڪٽ پِٽ هن جو ناهي،
او شل! سينو ساهي، پاڃاري لاهي، سانباهي،
ٿونهي تي ٿونهي سان هن چاڪيءَ جي چڪر ڏاهي!
آخر ڪيسين جڳ جي جاندهه اونڌي ائين گهلبي؟
ڪيسين اِئن بيدرديءَ سان ڏرتيءَ جي ڇاتي ڇِلبي!

★

تو ۾ ته ڪمي ڪا ناهي- تون پياري آنهه فهيما!
پر پوءِ ٻه نه مون ڪان، اڄ ڪلهه، وسري تي هيروشيما:
ڪنهن ديس پرائي جو دک، جڻ پنهنجو ئي دک آهي،
ڪو روڳ لڳو آ من کي، جو پنهنجي وس ۾ ناهي.

★

زندگي! مجبور قحبه جي مثال،
تي ڪرين پنهنجو تبسم پايمال،
آهه مصنوعي سندءِ حسن و جمال.
ناهه تو ۾ روح جي پاڪيزگي،
۽ نه ڪائي جسم و جان جي تازگي،
زندگي، او زندگي، او زندگي!

★

هيءَ ميرانجهي سانجهي آ يا ڌوڙ- ڌئي جي جهول،
جاڻ ستارا ان مان نڪتا، جرڪي سون- سمان:
تيسين پنهنجيءَ مشعل ۾ جا آهي لاٽ اڏول،
تنهن تي واٽ سجاڻي ويندا واٽهڙو انسان.
ڏينهن ٿيا، ڪنهن شينهن اسان ۾ ناهه ڪئي گجگوڙ،
هيءَ به غنيمت آ ته ڪٽي ڪو اونائي ٿو ڪوڪ:
نيٺ ته بادل وسندا، پوندا مينهن به ماٺهوءَ- پوڙ،
نيٺ ته وڄندي، گجندي، اٿندي، آنڌيءَ جئن مخلوق.
اڳتي جان به جڪڙي رهندي، پختا ڪر پنجوڙ،
ڪنهن جي ڇاتي آتي آهي، تڪا ڪري رڪ تير:
ڍهنديون دوکي جون ديوارون، پاتِي جي ڪنهن ڊوڙ،
هيٺا هٿ وڏيا جي هوندءِ، ڏريون ڏريون زنجير.
ڳوڙها ڳاڙيندا ها جي، سي اٿندا ڪرٽي ڏند،
آيو چر کي چوهه، ته ڏسندين اونهيءَ جو انداز:
وک وک ۾ ڪا وڄلي هوندي، ڍهندا ويندا بند،
تون ٻوڙو آن، آءٌ ٻڌان ٿو قدمن جو آواز.
تون انڌو آن، آءٌ ڏسان ٿون ڪنوٽين جا سي ڪيل،
تون اوندهه جي آڪيري ۾ وينو آن اڻ ڄاڻ:
نيٺ ته ٿيندا رڻ ۾ رٿ تي تنهنجا منهنجا ميل،
منهنجا گهوڙا گهائي وجهندا توکي سنبن ساڻ.
مان ڄاڻان ٿو، مان ڄاڻان ٿو، ڄر آ منهنجي ڄاڻ،
پڙڪي پڙڪي پنيٺ ٿيندي، جلندو هيءُ جهان:
آخر منهنجي سوڀ سنواريا، آخر تنهنجي آڻ!
تون رک هوندي، ڄيپون ڄٽنديون ڪوئي نئون انسان!



جهونجهڪڙي ۾ ڪارو ڪٽڇي
منهنجو من،
جيون بَن:
اڏري اڏري، پوندو ٿڪجي،
تنها تن،
منهنجو من. . .
جهونجهڪڙي ۾ ڪارو ڪٽڇي

✶

آءٌ پل هان!
آءٌ پل هان!
مان ئي مي هان، مان ئي مستي، مان ئي جام،
مان ئي تنهنجيءَ تشنگيءَ جو انتقام،
منهنجي هستيءَ، منهنجي مستيءَ، ڪي سڃاڻ،
مان ئي تنهنجي ميڪشيءَ جو هان دوام.
آءٌ پل هان!
آءٌ پل هان!
تنهنجي خوشبوءَ ڪي ڪٽي شبنم مثال،
مان اڏامان ٿو، ٿيان ٿو لازوال،
نيٺ ويندين مثل گل ڪومائجي،
مان ئي ٿو سانڍي سگهان تنهنجو جمال.
آءٌ پل هان!
آءٌ پل هان!
مان ئي تنهنجي ذات هان مان ئي صفات،
مان ئي تنهنجي بي ثباتيءَ جي ثبات،
تون وسارين ٿو ته غافل پل وسار،
ورنه مان ئي موت هان مان ئي حيات.

جي سجاڻين، موت ناهيان:
آءٌ تنهنجي زندگي هان!
آءٌ پل هان!
آءٌ پل هان !
سانجهي، سانت اتر جي واءُ،
ڪونج افق ۾ ڪرڪي، آءُ!
تون ٻڌجي پڙلاءُ.
پر جي تون پڙلاءُ نه آهين،
پوءِ تون ڇاهين؟ آخر ڇاهين؟
. . . شايد ناهين!



مان مندر، تون ناد،
مان گرجا، تون گهنڊ،
ڇو تون منهنجي ننڊ،
روز ڦٽائين ٿي؟
ڇو جاڳائين ٿي؟
منهنجي آد جڳاد! منهنجي آد جڳاد!
. . . مان مندر تون ناد!

جا جري جلندي جوت
منهنجي من ۾ اوت
تنهنجي در تي آءُ ڪلال!
سئن هنئي آ ڪيئي سال. . .
تو نه ڏني پر بوند،
ڇو ايڏي اڻ هوند!
جر جي جلندي جوت،
منهنجي من ۾ اوت!

✶

ائين نه مون کي رول،
تون ئي مون کي ڳول!
توکي ڳولي، آنءُ،
ڪڏهين نه پاتو ٿانءُ. . .
آءُ نه منهنجا ڍول!
تون ئي مون کي ڳول!

✶

ڪٿي ته آهين شيام!
جڻ جمنا جي لهر لهر ۾، تنهنجي آهه لڙاٽ،
گهمي ڏٺم سڀ گهاٽ،
ڪٿي ته آهين شيام!
جڻ پنڇيءَ جي گيت گيت ۾، آهي تنهنجي تان،
ڪٿي لڪو آن ڪان!
ڪٿيته آهين شيام!
چور چور ٿي پئي هان، تنهنجو ونئي مان نانءُ،
هجي پيو آ هانءُ،
ڪٿي ته آهين شيام!
ڪٿي ته آهين شيام!

✶

نيڙو ٽِڪلو
ڪانگڙ تي ڪڏڪي. . .
شڪرو تاڙي،
جهڙپ ڏئي، ان کي
چيري ڦاڙي!
آخر چو نه سدا،

اوءِ ادا،
ننڍڙو ٽِڪلو،
ڪانگڙ تي ڪڏڪي!...

★

پاٽيءَ ۾ مينهون،
دور وڃي پهتيون-
نياريون نياريون، ڪاريون ڪاريون،
لهواريون ليڪون،
پاٽيءَ ۾ مينهون!
هي سانجهيءَ جا سانگ، هوا ۾
آهي 'تون ئي تون'،
ايندي هاٽي بانگ، فضا ۾
غائب ٿي ويندي ون
لهواريون ليڪون،
پاٽيءَ ۾ مينهون!

★

او پرديسي! او پرديسي!
ڪهڙو تنهنجو ديس؟
تنهنجو ڪوبه سڄاڻو ناهي،
تنهنجيءَ ڏن جو ڄاڻو ناهي،
ڪنهن لاءِ هي يڪتارو ناهي،
ڳائين ٿو تون ڳاهي ڳاهي!
هي ماڻهو ڪيئن تنهنجا ٿيندا!
تنهنجيءَ رت ۾ نيٺ رڱيندا!
تنهنجو گيڙو ويس-
ڪهڙو تنهنجو ديس؟
او پرديسي! او پرديسي!



پاتڻي!
ڪاش! مان سڙهه هجان!
هير مون کي چمي، نير کي مان چمان!
منهنجي آغوش ۾، موج آبِ روان
مضطرب ٿي وڃي، ۽ مٿان آسمان
هيءَ اسان جي محبت ڏسي پيار سان.
هوءَ به پڇندي وڃي، مان به پڇندو وڃان،
دور هن گهاٽ کان، دور هن گهاٽ کان!
ناهه مهر و وفا جو جتي ڪو نشان،
ناهه جور وستم کان جتي ڪا امان!
دور ڳولي لهان ساحل بيڪران،
دور، آزاد، مثل هوا ٿي، ڦران!
ڪاش مان سڙهه هجان!
پاتڻي!



رات اسان جي ميخاني ۾، آيو خِرقھ پوش:
ڳوليو هر ڪنهن ديواني ۾ هن جو صبر و هوش:
هن چيو، ”حافظ آهيان، يارو! شهر اٿم شيراز،
منهنجي مينوشي ميخوارو! آهي عين نماز!“
مون چيو، ”حافظ! اچ، اچ، مون سان خِرقو لاهي ويهھ!
پهريون ٿيءُ اسان جئن عريان، پوءِ چانئٺ مان پيھھ!
توکي هي ملا جو خِرقو، ڪنهن پاتو آ يار!
پيءُ اسان سان ويهي نانگو، جي آهين ميخوار“!

اي وطن! منهنجي تخيل جا وطن!
لونءَ مننجي جيءَ لڳن!
جانِ من!

چاڄمي تنهنجو ڪفن،
توکيان تنهن جو خاڪ سپرد تن
خشڪ منهنجي ديده خونبار آ،
لالھ و گل کان سوا،
اي منا!
لاش تنهنجي کان جدا
تو ٿيان مان... الوداع، او الوداع!
★

سرمست هان!
سرمست هان!
مان ساغر مهتاب مان
مي پي وڃان، هڪ ڳيت سان،
ڪاريءَ گهٽا جي پينگهه تي
جهولان جهلان، جهولان جهلان،
آغوش ۾ منهنجي رهي
هيءَ ڪائناتِ بيڪران،
هيءَ حسن جي جوي روان،
هيءُ ماه و انجم جو جهان،
هي ڪهڪشان،
هي آسمان!
سرمست هان!
سرمست هان!
جنهن وقت مرد ڪوهڪن،
تيشهه- فگن، اڳتي وڌن،
تن سان ره تقدير ۾،
ڳڻجي ٿيان مان گامزن،
مان زندگيءَ جي سير ۾
تن سان وڌان، اي هموطن!
شمشير هٿ ۾، نعره زن،
شعلهه فشان سارو بدن،
اڳتي وڌان!
ماريان مران!
سرمست هان!
سرمست هان!



ٿو گهمان مان ڏار تي تلوار جي،
اِن ڏار ڪان ٿورو پري،
آهي پرينءَ جي ڪوءِ، او!
آسمان مان چنڊ مون کي ٿو چئي،
’وڃ وڃ پلي، ان لوءِ ڏي،
’ويندو نه ڪوئي پوءِ، او!
’غم نه آهي، پير جي ڇلجي پيا،
’هي وقت آ، هي وقت آ،
’موٽي نه ايندو ووءِ، او!‘



ٿو وڃان خنجر بہ ڪف،
چيري انهن جي صف بہ صف،
اي پرين! تنهنجي طرف، تنهنجي طرف!

مان اهو پنجهہ شڪن،
جنهن ڪان ڀڄي سڀ هموطن،
دور تان هن کي ڏسن، ڏِي طعنه زن.

اي پرين! تولاءِ مان،
جيسين مران، وڙهندو رهان،
ڪاش، توکي موت کان اڳ ۾ ڏسان!



سلسلہ ڪوہ ۾ چشمہ آبِ روان. . .
سيب جي وڻ مان متان
سيب ڪري ناگهان،
آيو ٿي لڙهندو پريان، ٿو وڃي لڙهندو اجان. . .
ڪيستائين؟ ڪيئن چوان!
هيءَ شفق آلود شام، سلسلہ ڪوهسار،
خامشيءَ برگ و بار. . .
اوچتو ڪنهن جاندار
سلسلہ ڪوہ مان، جو ڪئي چيخ و پڪار!
آئي صدا آرپار!

✶

اڄ تہ چئي ڏي، اڄ تہ چئي ڏي، اڄ تہ علي الاعلان،
”منهنجو ڪوئي ديس نہ آهي، منهنجو ديس جهان،
”منهنجو ڪوئي نانءُ نہ آهي، مان آهيان انسان،
”منهنجو هي انجيل، نہ منهنجي گيتا يا قرآن،
”ڌرتي منهنجي ماءُ، انهيءَ تي آ منهنجو ايمان!“
پگهري ويا زنجير صدين جا، رهه نہ اڄا نادان،
اڄ تہ پيچي ڇڏي، اڄ تہ پيچي ڇڏي، زور ڏئي زندان،
اڄ تہ چئي ڏي، اڄ تہ چئي ڏي، اڄ تہ علي الاعلان!

✶

اي هم- وطنو! آءٌ اوهان تي ڪئن نہ ڪلان!
روز و شب ڪهسار!
اوهان رهوار
جهلي هن پار،
رکي هٿيار،
ڏسو ٿا طوفان جا آثار!

مگر ٻي پار اوهان مان ڪوبه نه ويندو خوف وچان!
اي هم- وطنو! آءٌ اوهان تي ڪئن نه ڪلان!
روز و شب جي جان،
نوان انسان،
ڏئي جولان،
لنگهي طوفان،
وجي ٻي پار ٿيا مهمان!
انهن جو شان فقط اڄ آءٌ پيو منظوم ڪيان!
اي هم- وطنو! آءٌ اوهان تي ڪئن نه ڪلان!

✶

انقلاب! انقلاب! ڳاءِ انقلاب! ڳاءِ!
جئن زمين آسمان
جي ڪلي پئي زبان،
ڪنڊ ڪنڊ، چونڪ چونڪ،
شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ،
جئن ڏئي اتي جواب،- انقلاب!
انقلاب! انقلاب! ڳاءِ انقلاب! ڳاءِ!
هي بهه ڪو نياءُ آ،
جو مزور پاءُ آ،
سو لهو پيئي پيئو،
جنهن سبب جيئي پيو
سو پيئي پيو شراب! انقلاب!
انقلاب! انقلاب! ڳاءِ انقلاب! ڳاءِ!
ڏوڏ هن سماج کي،
لوڏ سامراج کي،
ناهه سو نئون نظام،

جو چڱو چئي عوام-
هي نظام آ خراب- انقلاب!
انقلاب! انقلاب! ڳاءِ انقلاب! ڳاءِ!
ڳاءِ، ڳاءِ نوجوان!
جئن زمين آسمان
جي زبان ڪلي پئي،
زندگي اٿي چئي،
انقلاب! انقلاب! انقلاب!
انقلاب! انقلاب! ڳاءِ انقلاب! ڳاءِ!



تو تان واريان جند،
منهنجي منڙي سنڌ!
تون آن منهنجو چنڊ، ته آهيان تنهنجو آءٌ چڪور،
تون بادل جئن برسين مون تي، مان هان تنهنجو مور،
تو تان واريان جند،
منهنجي منڙي سنڌ!
تنهنجي ڌرتي، مون ڪي پرتي، منهنجو تو ۾ ساهه،
تنهنجيءَ ڪيتيءَ، تنهنجي ريتيءَ سان آ منهنجو چاهه،
تو تان واريان جند،
منهنجي منڙي سنڌ!
تنهنجو پاٽي منهنجو ساٽي، جنهن سان منهنجو جيءُ،
تون سنڌوءَ جي ساهيڙي آن، او ڌرتيءَ جي ڌيءُ،
تو تان واريان جند،
منهنجي منڙي سنڌ!
منهنجي من ۾ آهن تنهنجون چانڊوڪيون ۽ چيٽ،
منهنجون لاٽيون منهنجون باتيون، آهن تنهنجي پيٽ،

تو تان واريان جند،
منهنجي منڙي سنڌ!
تنهنجيءَ ٻوليءَ جو مان ٻيلي، واريان تنهن تان پاڻ،
ڳالهيون تنهنجون ڳايان، منهنجو سر آهي تو ساڻ،
تو تان واريان جند،
منهنجي منڙي سنڌ!
منڙو آهي هر ماڻهوءَ لِءِ پنهنجو پنهنجو ديس،
پيارو آهي ساري جڳ کي، پنهنجو ون ۽ ويس،
تو تان واريان جند،
منهنجي منڙي سنڌ!
منهنجي سهڻي، منهنجي سسئي، منهنجي مومل آءُ!
روئي روئي آءٌ سٻان اڄ، تنهنجو گهرو گهاءُ!
تو تان واريان جند،
منهنجي منڙي سنڌ!
تنهنجا ويري ٿيندا ڪيري، تن جي منهن ۾ ڌوڙ،
ساٿي آ سچ، تون ٻيني نچ، ڪيسين ڪڏندو ڪوڙ!
تو تان واريان جند،
منهنجي منڙي سنڌ!



منهنجا منڙا پٽ!
جهوني ڪوڙ سان منهنجو جهيڙو، هلندو آخر تائين،
نئون نئون سچ تون ڳوليندين، جيئن شال سدائين!
ڌرتيءَ جي دک ۾ آ منهنجو، چاهه اِنهيءَ لِءِ لال!
نئون نئون سک جئن تون ماڻين، جيئين سدائين شال!
ممڪن آهه ته ڌرتيءَ جو دک، پورو ڪونه ٿئي،
ممڪن آهه ته تنهنجو بابا، وڙهندي جان ڏئي!

ممڪن آهه تو مون ڪان پوءِ پيءِ، ڏڪيو بڪيو انسان،
ڳيي ڳيي ليءِ ڳاٽ جهڪائي، هجي اجا حيران!
ان صورت ۾ منهنجا منڙا! جيئين شال سدائين!
تون به ائين ئي وڙهندو رهجانءِ، پنهنجي آخر تائين.
نيٺ ته ڊهندو ڪوڙ، سدائين جنهن ڪي ناهه ثبات،
نيٺ ته ڦٽندو سچ جو سورج، نيٺ ته ڪٽندي رات!

★

## قطعا

اسان لاءِ سيد ته ڪا شيءِ نه آ،
اسان لاءِ شاعر وڏي بات آ.
وسامي نه سگهندو انهيءَ جو ڏيئو،
مجان ٿو ته هن وٽ اها ڏات آ.
مليو آهه هو ميڪدي ۾ سدا،
مجان ٿو ته پير خرابات آ.
پياريو اسان کي به حسن ازل،
برهه جي اسان تي به برسات آ:
پنهون ليءِ پريشان آهي ڪڏهن،
ڪڏهن ڏس ته ڪونروءَ ڪيو مات آ،
اسان جي به ساڳي وفا ۽ جفا،
اسان جي به ساڳي حڪايت آ.
ڏني ناهه ڪنهن بيت جي دلبري،
سڄيءَ سنڌ کي فڪر آيات آ:
نه شاعر نه انسان، هتي اي "اياز"،
پٺائي فقط ذات ئي ذات آ.
2

ڪنهن نئين ڪفر جي پني خوشبو
شعر منهنجو لڳائي آيو آهه.
زندگيءَ جي شراب سان سرشار
مون نئون گيت روز ڳايو آهه.
اڪثر اوقات عقل جي دڳ تي
عشق آنڌيءَ مثال آيو آهه.
واڳ وس ۾ رکي هميشہ مون
هر نئون موڙ آزمايو آهه.
ديرو ڪعبه ڇڏي ڏنم هاڻي
مون مٿان ميڪدي جو سايو آهه.

2

نه ڇڏيو آهه ماڻهپو ۽ مرڪ،
گرچه هيڙا تباه حال آهيون:
هر زماني جي ناشناسيءَ جي
چوٽ کائي به باڪمال آهيون.

2

ڪٿي آهه پروردگار محبت!
خزان پوش آ هر بهار محبت:
اڙي آدمي! ڪيستائين نه ٿيندو
شعور محبت، شعار محبت؟

(

نينهن تنهنجو ڏينهن وانگر تو بکي،
ڪيستائين مان لڪايان او پرين!
راز تنهنجو ساز ۾ پيو تو لڇي،
ڪيستائين مان نہ ڳايان او پرين!

2

ساز تي ناز آ مون کي مٺا!
جنهن بنا هر چيز ڀي بيڪار آ:
گيت منهنجي جيت آهن، جن بنان
منهنجي ساري زندگاني هار آ.

2

منهنجي هستي منهنجي مستيءَ سان ملي،
ڪنهن الستي حسن جي پٽ تان پئي،
دور پهتي، آسمانن تي چڙهي،
راتڙين ۾ چنڊ تارن جي رئي،
۽ پونر جي ساس، گل جي واس ۾
جڻ پرهه جي هير جئن آئي وئي،
ڪو هوس ناهيم، شاعر هان ”اياز“،
منهنجي من کي آهه دولت اڻ مئي.

2

ڪنهن چيو تي، آنءُ تنهنجو عڪس هان،
هيءَ ڳجهارت تون ئي سمجهائينم ها:
عڪس سان ايڏي عداوت، ڇا سبب؟
رنج و غم ايڏا ڀلا ڇو ڏينم ها!

2

رب جو هانءُ ٿانءُ آهه اهو،
پنهنجا ڳوڙها ڳڙي ڳڙي جنهن ۾،
تا ڏين ڏيک جڻ ته موتين جو.

(

ٻاٽ ٻهه ٻهه ڪئي ٻنيي ۾ ڪلهه،
مون جهليا پنهنجي جهول ۾ جگنو،
ٿي ٻريا جڻ ٿمي ٿمي آنسو.

(

جيئن ڏيئي مان ڏيئو ٻري پيارا!
تيئن اکين مان اکيون ٻري پونديون،
آءُ ويجهو ته آءُ منهنجي تون!

(

منهنجون اکڙيون ٻه ٽانوَ موتين جا،
جن کي ڇپرن سان مون ڍڪي آندو،
ڍڪ هٽائي اگرچه تو نه ڏٺو!

(

ڪوهه ڪنيڙا نه اي چڪور چريا،
چنڊ سان دوستي اجائي آ:
چنڊ هڪ رات مسافر آ،
ٻه گهڙيون سونهن جي سُهائي آ.

(

مينهن جي رات، چؤطرف گجگوڙ،
آسمانن جو هانءُ ڦاٽي ٿو:
اي پرين! ڏس ته تو سوا شاعر
هيءَ ڪئن رات ڪيئن ڪاٽي ٿو!

2

نه سا زندگيءَ ۾ تپش آ نه تاب،
ويو اوچتو پيار جو سج لهي:
مگر عمر جي تيز نئن تي پرين،
شفق جئن سندءِ ياد پوندي رهندي.

(

ريشمي زرق برق ساڙهيءَ ۾،
ڪيترو محو آهه هي انسان!

**زندگانيءَ جو پالتو خرگوش**
**ڪيترو نرم، ڪيترو نادان!**

(

# غزل

مونس ماهتاب آهيان مان
ڪنهن پرندي جو خواب آهيان مان
ٿي جلي آگ عشق جي مون ۾
حسن جو انتخاب آهيان مان
جو ورهائي مدام مستي سو
زندگيءَ جو شراب آهيان مان
خالق ڪائنات! ڏس، تنهنجي
جستجو جو جواب آهيان مان
جيستائين هلين، ابد تائين
اي ازل! همرڪاب آهيان مان
ديرو ڪعبه جو دڳ وسار "اياز"
ڇڏ، گهڻو خراب آهيان مان
ß

زندگي يا شراب جي نئن آ
جنهنجي مستي روان دوا آهي
هر محبت اجا حسين آهي
هر تمنا اجا جوان آهي
جنهن زمين تي قدم پيا پنهنجا
تنهن تي سجدي ۾ آسمان آهي
خار زار حيات ۾ رقصان
پنهنجي خوشبو جو ڪاروان آهي
آ انڌيرو ته چا، زبان تي جي
تنهنجي زلفن جو داستان آهي

پنهنجي ڪوزي ۾ آفتاب آهي
رات تي ڏينهن جو گمان آهي
مون کي ميءَ جي ڪمي نه آ ساقي
تنهنجي اکڙين جو امتحان آهي
جام آغاز، جام ئي انجام
صبح يا شام هڪ گمان آهي
اي تصور سندم تڏي تي اڄ
ڪنهن پڪيڙي هي ڪهڪشان آهي
چنڊ هر وقت همسفر آهي
رات هروقت رازدان آهي
زندگي موت جي قريب آ پر
ڪوئي محبوب درميان آهي
چنڊ مون کي چمي رهيو آهي
رات ڪهڙي نه مهربان آهي!
تي سڌي سير، تون ڪٿي آهين؟
ڪوئي بي پار نغمه خوان آهي
دور آهين "اياز" ڪان ڪٿن تون؟
جسم ڪان دور ڪيئن جان آهي!

ß

اي اکيون، پياريون اکيون، اڄ بي حساب
منهنجي تشنه روح تي اوتيو شراب!
هر حقيقت کان متي آهي مجاز
هر عبادت کان چڱو آهي شباب
عاشقيءَ ۾ روح کي آزاد رک
جسم جو زنجير آ دور شباب

ß

هاڻ ڪٿو، ساري خدائي پئي اٿو
مون ڪنيو آهي فقط چنگ و رباب
سؤ پيمبر راتڙيءَ جي خامشي
سؤ صحيفا آهه مون ليءِ ماهتاب
زندگيءَ جي خواب جي تعبير خود
زندگيءَ جي آهه بي تعبير خواب
ß

رات توکي پئي پڪاري، آءُ!
ڪنهن نئين چنڊ جي سهاري آءُ!
بزم هستي سياه و سرد آهي
داغ دل جو چراغ ٻاري آءُ
اڄ ته ٿوڙيون سڪوت ساحل جو
موج و طوفان ڪٽي ڪناري آءُ
زندگيءَ ۾ ڪپي ڏکن جي ڏاهه
تون سکن جو سوال واري آءُ
شمع جو ياڳ آ جلڻ ۽ جاڳ
جي ڪرين نينهن، ننڊ ڪاري آءُ
هيءُ پني رات، هيءُ هوا، هي چنڊ!
هر گهڙيءَ ساه توکي ساري آءُ
جيت يا هار، پريت ڪرٽي آ
آءُ تن من "اياز" واري آءُ
ß

اوهانجي اکين جام ميءِ مان نهاريو
اسان چوٽ ڪائي ڪٽي جام هاريو
ڪڏهن حسن گل مان ڏسو جهاتي پائي

ڪڏهن رات جو چنڊ جو روپ ڌاريو
اچو منهنجا سائين! اچو منهنجا سائين!
يني آهه اڌ- رات، ٽاٽو نه ٽاريو
اسانجون وفائون، نه ساحل نه ڪشتي
اوهان جون ادائون، نه ٻوڙيو نه تاريو
زمين جا ستارا هئا لڙڪ پنهنجا
اسان رات روئي، پرهه کي پڪاريو
ڪٿي آنهه تون، اي نظام محبت
صديون ساهه منهنجي، سڪي توکي ساريو
تون ڳوڙهن ۾ ڳوڙهو، وڃي ڏس ته توکي
پتو پئي اسان کي آ، ڪنهن مرڪ ماريو
هي اڻ ڄاڻ ڄاڻو، هي ٻي سمجهه سمجهو
پر بزم ۾ مون اڪيلو گذاريو
”اياز“ آهه سجدي ۾ مثل صراحي
انهيءَ جي عبادت، پيئو ۽ پيئاريو
ß

ڪنهن ته ورتو پئي پرينءَ جو نانءُ
جو ويو اوچتو هٽن مان هانءُ
گرچه ان ۾ نئون نئون مزو آ
دل پراڻي پياڪ جو آ ٺانءُ
ناهه ڪنهن کي ٻه سار سپرينءَ جي
نه وري صبح ڪان لنوي ٿو ڪانءُ
تون مڃيندين ته ڪونه اي جيڏا!
جي چوان لازوال آهيان آنءُ
شاعري ذات آ ”اياز“ مگر
ذات ڪهڙي، هجي نه جنهن کي ڏانءُ!

ß

جلد اچ، چنڊ رات آ منڙا
هر خوشي بي ثبات آ منڙا
مون ۾ تنهنجي چپن ڪئي پيدا
آرزوي ثبات آ منڙا
جڻ انهن ۾ ڀني ڀني ڪائي
پوي آبِ حيات منڙا
گل ڇڻن تا شراب تو ڇلڪي
ڇا سنڌءِ بات بات آ منڙا
جا سنڌءِ زلف ۾ وڃي وچڙي
بس اها رات رات آ منڙا
روح جي گوشه محبت ۾
وسعتِ ڪائنات آ منڙا
هڪ ثبوتِ ثبات شاعر وٽ
آرزوي ثابت آ منڙا
جستجوي نجات ۾ حائل
آرزوي نجات آ منڙا
هي ازل کان "اياز" آندي آ
ڏس اها لات ڏات آ منڙا

(

اي سراپا شباب ويجهو آءُ
مثل شعر و شراب ويجهو آءُ
ڪيترو وقت آ خدا معلوم
هي جهانِ خراب، ويجهو آءُ
مرمرين جسم، احمرين اکڙيون

هاءِ! تنهنجو شباب، ويجهو آءُ
شبنم آلود لب ڪٽي مون وٽ
مثل برگ گلاب ويجهو آءُ
سينهء ساز تي هٽي مضراب
روح چنگ و رباب، ويجهو آءُ
پابجولن آ رخش عمر روان
تون به تي همرڪاب ويجهو آءُ
ياد آيو ”اياز“ کي هو جسم
اي شبِ ماهتاب ويجهو آءُ
ß

تي سڏي ڪوي يار، موٽي آءُ
اي دل بيقرار، موٽي آءُ
ساحل آسودگي، اڙي توبه
موجه بي ڪنار، موٽي آءُ
منزل شوق ٿورو اڳتي آ
آءُ، همت نه هار، موٽي آءُ
تو بنا ڪا خوشي مڪمل ناهه
آءُ اي درد يار، موٽي آءُ
ڪنهن وساٽل چراغ جي خاطر
اي شبِ انتظار، موٽي آءُ
اي پرين! هن جهان تنها ۾
ڪير آ ڪنهن جو يار، موٽي آءُ
منهنجي محبوبه، منهنجي چانڊوڪي
مثل بوي بهار، موٽي آءُ
سير دير و حرم ”اياز“ ڪري
بهتر آ ڪوي يار، موٽي آءُ

(

خبر ناهي ته ڇو آهي ۽ ڇا آهي!
محبت زندگيءَ جي انتها آهي
محبت ئي اسان جي منزلِ آخر
محبت ئي اسان جي رهنما آهي
اڄهو دار و رسن جو ڪو پيام آيو
ملي اڄ زلف جانان سان صبا آهي
زمين جي تشنه لب جنت پڪاري ٿي
ڪٿي هو باد و باران جو خدا آهي
پوي ٿي ماڪ، چانڊوڪي ٿڌيري آ
”اياز“ اڄ رات ڪٿ هو بيوفا آهي
ß

قدم قدم تي هجوم رندان، نظر نظر ۾ شراب خانا
ڪري ويو ڪير بارش مي، خمار آلود ٿيا زمانا
شعور هستي جتي ڪٿي آ، شعار هستي ڪٿي ڪٿي آ
پيئو پيئاريو، جيئو جيئاريو، مگر به انداز عارفانا
اسان جو چاهيو ته روح تنهنجو، چپن مان چوسي وٺون ته ساقي
گهڙي نه گذري خلاف پنهنجا ٿيا سمورا شراب خانا
ڪڏهن ڪڏهن موج مي مان اڀري، خودي وري غرق جام ٿي وئي
ڪندو رهيو ساحل تمنا، سوين اشارا سوين بهانا
مثال سيلاب وقت گذري، لٽي ڇڏيو قصر عاشقيءَ کي
ڪٿي جبينون جهڪيون الائي، ڪٿي هيو سنگ آستانا
اڙي! اڙي! ترس ترس، ڪنهن کي، مٿائين ٿو بي خبر، نظر ڪر
”اياز“ آ شاعر محبت، اڙي زمانا اڙي زمانا!

(

ڏنم آسمان و زمين، تون ڪٿي آنهه
ڪٿي آنهه منهنجا پرين، تون ڪٿي آنهه
صراحي و ساغر ۾ خوشبو آ تنهنجي
مگر اي مَيءِ آتشين، تون ڪٿي آنهه
نئينءَ رات مول لَيءِ نئون چنڊ آندو
هزارين ڏٺا مون حسين، تون ڪٿي آنهه
بغاوت ڪئي آ مون دير و حرم سان
جهڪايان ڪٿي مان جبين، تون ڪٿي آنهه
اسان جي هتي جام آدميءَ ۾
ملاقات آ آخرين، تون ڪٿي آنهه
چيو چنڊ ڪجهه آسمان تان، ٻڌو تو!
ڪٿي آن" ايازِ "حزين، تون ڪٿي آنهه!

(

اي دلِ زار، رُلائينم نه ها
منزلِ يار، پُلائينم نه ها
ڏينم ها يا ته حياتِ اَبدي
يا گهڙيءَ لاءِ گهرائينم نه ها
جي محبت کي گنهه ٿو سمجهين
پو ته انسان بڻائينم نه ها
زندگي هونءَ به گذري وجي ها
يا خدا !هوءَ ملائينم نه ها
جي ملايءِ ته وڇوڙينم نه ها
جي وڇوڙيءِ ته سِڪائينم نه ها
زندگي چين سان گذري ٿي" اياز"
ڪاش، هي شعر ٻڌائينم نه ها

(

آلائي وري رات ايندي نه ايندي
اسان جي ملاقات ٿيندي نه ٿيندي
پلي ڏي نه ورندي، تمنا نه ورندي
پَئي دل اسان جي، اوهان کي سڏيندي
بهار آيو آهي، اگر تون به آئين
گلن سان محبت به جهولي پريندي
سدا تنهنجو حسن و حيا ياد ايندو
وري دل نه ٻي ڪابه مکڙي پٽيندي
وري تنهنجي در تي" اياز "آيو آهي
سندس اک نه ٻي ڪابه چانئٺ چميندي

(

پئي ياد آيا افسانا اوهان جا
نگاهون اوهان جون، نشان اوهان جا
اوهان جي خد و خال جا شعر ڳائي
لٽايا پئي ڪنهن، خزانا اوهان جا
اسان لاءِ ڪنج قفس آهه ڪافي
اوهان جا چمن آشيانا اوهان جا
اسان کي چُڪي چاڙهڻي آهه ساقي
اوهان جو سُبو باده خانا اوهان جا
هياسي اسان ڪنهن گهڙيءَ جا گداگر
زمينون اوهان جون زمانا اوهان جا
"اياز "آشنا ناهه دير و حرم سان
انهيءَ وٽ هيا آستانا اوهان جا

(

ڪنهين سان تھ اوريان ڪنهين سان تھ اوريان
حقيقت جون رمزون، مگر هوريان هوريان
ڏيان آگ گرنار کي گاهي گاهي
وري سر وڍايان، وري چنگ چوريان
وري، ها هوري، هو اِشارو اکين جو!
سڄو عالم خير و شر جنهن تان گهوريان
مہ و ڪهڪشان تان جو مايوس موٽيس
ڏنو آسرو ڪنهن اچي اوريان اوريان
"اياز" اڄ ڏيان هن کي نذر محبت
ٻھ ٽي شعر جوڙيان، ڪليجي کي ڪوريان
ß
ازل کان هلي ڳالهڙي تنهنجي منهنجي
حياتِ بشر هڪ گهڙي تنهنجي منهنجي
زماني کان رهندا هميشھ نرالا
خدا تنهنجو منهنجو، خودي تنهنجي منهنجي
پري ٿو پونر روز سورج مکيءَ تي
چمن ۾ هلي عاشقي تنهنجي منهنجي
پيو چنڊ جنهن کي اجا تائين ڳولي
ڪٿي آهه سا راتڙي تنهنجي منهنجي!
محبت تھ آبِ حيات آهه پيارا
ٻجهي چو نھ پو تشنگي تنهنجي منهنجي
محبت "اياز" آهه زنجير، تنهن کان
چڱي آهه آزادگي تنهنجي منهنجي
ß

ڪري ڪير ٿو هي، پڪن مان پڪارون
نه منهنجو ملير آ، نه ڪي منهنجا مارون!
رهي گونجندي ڪوڪ ڪائي فضا ۾
اڏامي ويون ڪونجڙين جون قطارون
ورهه تنهنجي وستي ورهيه ٿيا وساٽي
ڪٽي چٽنگ چوليءَ هليو ڪير پارون؟
وجون ٿا پيا سير جي اڄ سهاري
نه ترهو ئي تاٽيو، نه ڪي آهيون تارون
”اياز“ ان سبب مي پرستي ڇڏيندو؟
ميان، تون به ڪنهن ڪي ڏئين ٿو ميارون!
ß

پرينءَ سان پڪا ڪير ويهي اڏي
گهڙي لئون لڳائي هلون ٿا لڏي
جهڙاليون لڳائي وئين جيءَ ۾
اڙي جيءُ آئين اسان جي تڏي
اتر ڪان اچي ٿي اني جي هوا
پري آ، پري آ، نصيحت نه ڏي
ميان، ڪير مي جون ميارون سهي
اسان کي چڏي ڏي، چڏي ڏي، چڏي
نه ٿيندي نه ٿيندي محبت فنا
هلي آ، پلي ويهه گوڏو گڏي
”پٿائي“ به هو ميڪدي ۾ ”اياز“
ڏنائين پئي مي، اسان کي سڏي
ß

اکيون عاشقن جون اجايل اجايل
دليون درد واريون، دکايل دکايل
هئي جاه و دولت جي ڪوڙي کهاڻي
جهان ۾ رهيا نينهڙا ڪجهه نيايل
خبر ناهه اي دور تاريخ ڪيسين
اجا خون انسان جو رهندين اجايل
ڪٿي آنهه ابر ڪرم تون ڪٿي آنهه؟
اڙي ڏس ته چهرا سڪايل، سڪايل!
ڪڏهن هاءِ ڏسنديون نظام محبت
اکيون آس واريون، سڪايل سڪايل

ملن ئي نه ٿا اڄ ته پيرا پنهونءَ جا
ڪٿي آهه هو ڪيچ، اي منهنجي آيل؟
ڪڏهن منهنجي خامين بنا ڏس ته دنيا
سوين تو ۾ خوبيون هزارين خصايل
ß

حسين هن جهان ۾ ڇا ڇا هيا!
ڏنوسي ڇتائي ته پاڇا هيا
ڇٽي گل ٿيا نيٺ خاڪ چمن
اهي رنگ و بو اي خدا ڇا هيا؟
ربابِ شڪستهء بڌائينم ها
اهي نغمهء دلربا ڇا هيا!
جي منزل هئي واديءِ تيرگي
ته هو ماه و انجم ڀلا ڇا هيا؟
هيا خوب نقش و نگار حيات
مگر ڇا هيا، ڇا هيا، ڇا هيا
هوائون، گهٽائون، فضائون، بهار
الا ڇا هيا سڀ، الا ڇا هيا!
وفائون جفائون، ادائون حيا
ڪرشما هيا خاڪ جا، ڇا هيا!
هيا نقش پا هن سفر جو ثبوت
مگر نقش پا! نقش پا ڇا هيا؟
”اياز“ اڄ جدائيءَ ۾ سوچيو پئي
ملاقات جا ولولا ڇا هيا!
(

هوءَ عشق و محبت جي دنيا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
آ ياد جنهن جي باقي، سا گذري بھ وئي گذري بھ وئي
اڄ ياد اوهان جي آئي يا هر شيءِ تي ڇانيو نور مِنا
يا صحن چمن مان باد صبا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
هاڻي تھ لهي ويو آ دريا، جنهن ڪشتي ڪشتي ڪئي پاره
اي همسفرو، هوءَ موج بلا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
محفل نھ رهي، ساقي نھ رهيا، پيالا نھ رهيا، پياسي نھ رهيا
اي شمع سحر، ڇا رات اها، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
سا رات نھ آ برسات نھ آ، سا تن ۾ ڪنهن جي تات نھ آ
او ديوانا، او ديوانا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
ڪي ڏينهن هيا جو نينهن هيا، جو ڪنهن جي سونهن ورونهن هئي
نھ رهي، نھ رهي، نھ رهي، او الا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
نھ رهي سا ڪيف و سرمستي، آ سرد محبت جي بستي
اڄ مي ۾ ناهي سا معنيٰ، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
اي ابر ڪرم، تنهنجا سائل توڏانهن تڪيندي رهجي ويا
بدلي نھ هوا، ڇائي نھ گھٽا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
ڪنهن ڪانھ ٻڌي ڪنهن ڪانھ ٻڌي، توڙي ويو عرش و فرش لڏي
ڪنهن جي دل مان نڪتي بھ صدا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
هيءَ دنيا آهي سراءِ پرين، آياسي پل جي لاءِ پرين
هر چيز هتان جي پيار سوا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
جيڪا بھ گھڙي توسان گذري، آ ياد انهيءَ جي پيار پري
مان ڪيئن چوان منهنجا پيارا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
اي دوست، بهار وري گل ڪيا، جهڙ ڇايا، پيمانا ڇلڪيا
هوءَ باد خزان بھ رهي نھ سدا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي
ڏک گھوري مون سک ورتا ها، ڪنهن پياري جا، جڳ ساري جا
پڇ ئي نھ "اياز" اِهي ڏکڙا، گذري بھ وئي گذري بھ وئي

ß

شبِ تاريڪ کان تاريڪ تر آ زندگي منهنجي
ڪتي آهين اڙي او روشني، او روشني منهنجي!
صدين کان روح آ پٽڪيو، پئي تنهنجي تمنا ۾
الائي ختم ٿيندي يا نه، هيءَ آوارگي منهنجي
ائين چو دور ۾ مجبور آهيون گرچه ڄاڻون ٿا
ته مان هان زندگي تنهنجي ۽ تون آن زندگي منهنجي
سوين فانوس دنيا ۾، جلايا ويا وسايا ويا
اهائي روشني منهنجي، اها ئي تيرگي منهنجي
خدا معلوم تنهنجي آستان تي ڪير ٿو پهچي
مگر ديرو حرم جي ڏس نه ڪئي ڪا رهبري منهنجي
”اياز“ اڄ آسمان ۾ ڪونجڙين جي قافلن ڪي چو
سڪوتِ شام ۾ ڏسندي رهي بيچارگي منهنجي

ß

محبت جا اوهان کان راز، جي هردم ڇپاياسي
ڪياسي شعر ۾ ظاهر، سڄي جڳ لاءِ ڳاياسي
ٽڙياسي دامن صحرا تي، خوشبو ئي اجائي وئي
خدا معلوم ڪنهن رنگين چمن ۾ چو نه ڄاياسي
ازل کان ڪائي جوي عشق، پئي ڇوليون هڻي، جنهن ۾
ڪئي سي ڪشتيءَ دل ڇوڙ، لڙهندا پار آياسي
ڪڏهن ايندءُ اڏامي، جو اکيون آسائتيون ڏسنديون
اوهان جي ياد سان هي سرد آڪيرا وساياسي
خدا معلوم هن کي جستجو، ڪنهن چيز جي آهي
نه آيو چين ڪو دل کي، سوين حيلا هلاياسي
مليو اهڙو نه ڪوئي همسفر، جيڪو ٻڌائي ها

وجون ڪيڏانهن تا بي خود، هتي چا لاءِ آياسي
محبت هئي، تمنا هئي، جواني هئي، حياتي هئي
”اياز“ احساس ڪنهن بيحس، حسين تي چو وڄاياسي
ß

نه ماهتاب، نه هو آفتاب آ، سائين!
مگر ”اياز“ ڪيو انتخاب آ، سائين!
اسان جي روح ۾ جنهن جي نفيس خوشبو آ
اهو بدن به مثال گلاب آ، سائين!
اسان سوال ڪيو هو خدا به آهي چا؟
اوهان جو حسن انهيءَ جو جواب آ، سائين!
اوهان جو شوق بجا نغمهء مسرت ليءِ
اسان جي دل ته شڪسته رباب آ، سائين!
اهو ”اياز“ وڏو بي حجاب آ، جنهن هئن
رخ حيات ڪيو بي نقاب آ، سائين!
ß

مان نه نڪتو هوس، ڪنهن محتاج ٻاڏايو هيو
ڪنهن چيو ٿي، ڪلهه سنڌ در تي خدا آيو هيو
بارها مون هن سفر ۾ راهِ بدلائي هئي
بارها هر رهنما ڪان جيءُ گهٻرايو هيو
اي خوشي، تون زندگيءَ ۾ ڪيترو اڻ- لڀ هئينءَ!
مون ته سارو وقت غم سان جيءُ بهلايو هيو
زندگي آ جستجو ۽ جستجو آ زندگي
جڻ ته پائي مون پرينءَ ڪي پوءِ پڇتايو هيو
ڇانو ڪڪريءَ جي هئي، ڪن پل خوشي پنهنجي ”اياز“
هاءِ ترسايو هيو جنهن، پر نه برسايو هيو

(

اسان سمجهيو ته وندرايون پيا تا روح کي ڪن پل
نه ايندو چين هِئن تو بن، هئي اهڙي نه ڪنهن کي ڪل
ڪٽي آيون وري هو ياد، ڪنهن گذري محبت جي،
اوهان جي پار جون هيرون، اوهان جي ديس جا بادل
اسان کي ڪا شڪايت ناهه، تنهنجي بيوفائيءَ جي
منا سائين! منا سائين! تون سڏڪا روڪ، ڳوڙها جهل
بهار جي خزان آهي، اوهان جي حسن جي دنيا
حياتِ جاودان آهي، اسان جي عشق جو پل پل
ß

نئين تمنا، نئون ترانو، نئون چمن لاءِ آشيانو
نه هو قفس آ نه آب دانو، اڏام ساڳيو نه آ زمانو
ازل ادب سمجهه ۾ نه ايندو، نه سمجهبو آهه ڇا زمانو
اچو ته بدلائجي زمانو، اچو جوانو، اچو جوانو
هتي سوين رند روز آيا، نوان نوان دور جن هلايا
نه آهه قدرت ڪڏهن به خالي، ڪليو پيو آ شراب خانو
صديون جهلڪ لِءِ جهڪي ڪيا تو هزار سجدا، نه سمجهندين تون
نگار ڪان بي نياز آهي، ائين هلي ٿو نگارخانو
”اياز“ ڪنهن جي سرود سان رات، روح ۾ تازگي اچي وئي
ٿيو فلڪ تي وري ستارن جو جهومندو قافلو روانو
ß
قيد هستيءَ کي ڪيئن ڊاهيان مان
مارئيءَ جي پڪار آهيان مان
اڄ ته ٿڪجي پيو هان، ڇؤ ڪيسين
زندگانيءَ جو ڳاهه ڳاهيان مان

ڪنهن گل نوبهار سان گڏجي
آشيانو الڳ تو ناهيان مان
زندگي تي وئي آ منڙو گيت
ڪنهن ڪنول سان پيو نباهيان مان
عمر گذري وئي "اياز" الا!
مون نه ڄاتو ته نيٺ چاهيان مان
ß

دنيا خيال دوست مٿائي سگھي، ته ڪيئن
هيءَ تشنگي سراب ٻجهائي سگھي، ته ڪيئن
جاڳي ڏٺم ته خواب هيون سڀ حقيقتون
ڪو خواب جو خيال مٿائي سگھي، ته ڪيئن
ساحل ۾ جيڪڏهن نه اها دلڪشي رهي
ڪو ڪشتيءِ شڪسته هلائي سگھي، ته ڪيئن
هي مسئلو نئون ته نه آ، منهنجي روشني!
يعني چڪور چنڊ کي پائي سگھي، ته ڪيئن
دل ته ٻه چار صورتون، اڪري ويون "اياز"
طوفان وقت تن کي مٿائي سگھي، ته ڪيئن
ß

بي ڪيف آ فضاي گلستان، ڪڏهن ته آءُ
اي موسم بهار گريزان، ڪڏهن ته آءُ
تولاءِ ڪالهه رات ڏنو جام مي پيام
ناياب آهي راحتِ انسان، ڪڏهن ته آءُ
چوطرف آشيان جي گھٽائن جو آ هجوم
تنها ڦري تي رحمتِ يزدان، ڪڏهن ته آءُ
آئينه خانو آهه جهان تنهنجو، تون ڪٿي!

تو ليءِ تڪي ٿي ديده حيران، ڪڏهن ته آءُ
پٽڪي پيو "اياز" سرابِ حيات ۾
اي دوست، مثل چشمهِ حيوان، ڪڏهن ته آءُ
ß

ايندي آ ياد صورتِ جانان، ڪڏهن ڪڏهن
ٿيندي آ منهنجي دل به گلستان، ڪڏهن ڪڏهن
هن ڪشتيءِ شڪسته کي ارمان سان ڏسي
ايندو آ ياد منظر طوفان، ڪڏهن ڪڏهن
من ئي منجهي پيو آ غم روزگار ۾
چوڙي ته آءُ زلف پريشان ڪڏهن ڪڏهن
(

مثلِ بُوي بهار آئي آ
جنهن بنا زندگي اجائي آ
تنهنجي اکڙين جو مَيءِ وَسائي آ
مست و بيخود سڄي خدائي آ
هر ستاري ۾ ساهه اٽڪيو آ
اِئن به ڪاٽي شبِ جدائي آ
رات پر آ "اياز" چندِ چڪور
سو به جي رات ڪا سهائي آ
ß

بياباں تي جو سوين ماه و انجم
تجيلون لٽائي ويا، ڪير سمجهي
سوين خاڪ ۾ لاله و گل چپي ويا

صبا ڪي لنوائي ويا، ڪير سمجهي
مسافر سوين ڪاروان عدم جا
ڪٿي سڀ الائي ويا، ڪير سمجهي
پرين جو نگاهون جهڪائي هليا ويا
الا روح گهائي ويا، ڪير سمجهي
حياتِ گريزان سرابِ مسلسل
ازل کان اجائي ويا، ڪير سمجهي
اچي نند ۾ هو نماڻي نظر سان
ستن کي ستائي ويا، ڪير سمجهي
ملائي ويا روح ۾ شهد شيرين
منيءَ سان مجائي ويا، ڪير سمجهي
سوين لعل و گوهر، گداگر اوهان جي
لبن مان لڪائي ويا، ڪير سمجهي
نصيحت ڪري هاءِ نادان ناصح
ڏکين کي ڏکائي ويا، ڪير سمجهي
تغافل شعار اڄ نگاه ڪرم سان
”اياز“ آزمائي ويا، ڪير سمجهي

ß

ڪجهه راهرو نڪري ويا، هر ڪاروان پٺ تي ڇڏي
منهن تي مٽي، گل جهول ۾، پهتا پرينءَ جي پار ڏي
تون نند ۾، تون جاڳ ۾، تنهنجي لگن ۾ من مگن
هر رات تو ليءِ تي رڙي، هر صبح توکي ٿو سڏي
هي يادگيريون يار جون، هن ساهه جي سينگار جون
گويا سوين تارا ڪتيون پڪڙڻ لڳا منهنجي تڏي
هي جام آ منهنجو خيال خام آ بدنام آ
جڳ جڳ جيئين، جي تون پيئين، ڍڪ ڍڪ ڇڏي توکي اڏي

ß

ساوڻ آيو وڻ وڻ تي آ، ساوڪ ۽ سرهائي
من جي مکڙي جو مرجهائي، وري نه تي سا سائي
هي خاموشي، سرد هوا، تي تير ڪشي تنهائي
من جا گهاو پيا اڄ اکلي، ياد اوهان جي آئي
ڪنهن ڪنهن ان ۾ پاتو آهي، تنهنجي من جو موتي
سمنڊ ڪان گهري آهي، تنهنجي اکڙن جي گهرائي
ڪن جون اکڙيون سڪٽيون سڪٽيون، جئن پينوءَ جو پاند
تنهنجون اکڙيون ميءِ جا پيالا، سخا ڪرن سرهائي
ڪنيڙاٽيون ڪوهيندا، هڪٻئي کي بهه ڏسن ٿا، پو پي
مڇ متان چو آهه پتنگن، ايڏي پيڙ لڳائي!
رات اسان جي روح ۾ ڪوئي، راڳ ازل ڪان آيو
آڳ الا هو سارو تن من، ڳالهه اوهان جي ڳائي
رات اسان جي ذات سين ها، پرجهي پاڻ چوين ها
گيت جي هر هڪ ٻول ۾ ڪئن، هيءَ جڳ- سندرتا آئي
هيل "اياز" سڄڻ کي، ساريوسي ساري ساوڻ ۾
مينهن اسان ليءِ نينهن نه آندو، منڙي نانهه نيائي

ß

تنهنجي من ۾ منهنجو ديرو، منهنجي ۾ تنهنجو آکيرو
تون منهنجي آن توڙي اجلي، مان تنهنجو هان توڙي ميرو
رات گذاريون روئي روئي، هتي نه آهي پنهنجو ڪوئي
ڪڏهن پرين پرديسي منهنجا، ٿيندو آخر صبح سويرو
راڳ ۾ ڪنهن هي آڳ پري آ، ساري جڳ جي جاڳ پري آ
جيون لڳيون ڄرڪڻ جو من ۾، جلڻ لڳو جو آهي جيرو
نند ۾ سڀ مي جا متوالا، ڇهه سڀ پياسا، ڇيهون پيالا

سرت سمجهه سان ميخاني ۾، آيو آهي ڪير اويرو
رات اسان رابيل سنگهي سي، هن جي تن سان پيٽ ڪئي سي
رنگ روپ ۾، ون واس ۾، منڙو يار "اياز" مٽيرو
ß

تون جلوي تي جلوو آن، مان جذبي تي جذبو هان
ڏاپي نه ڪڏهن تو مان، هيءُ چشم تماشائي
جڻ منهنجي سڄي هستي، مرڪي اٿي لحظي لي
او ياد سندءِ آئي، او ياد سندءِ آئي!
مان ديس ۾ پرديسي، مان ساٿ سان بي ساٿي
اي دوست، نه پڇ منهنجي، هن وقت اڪيلائي
هن ساز ۾ او سائين، سؤ گيت هيا ليڪن
ڪٿ ان جا ٻڌڻ وارا؟ ڇاتي وڄي شهنائي!
ڇا دور رکي سگهندي، ديوار سياست جي؟
مان تنهنجو تمنائي، تون منهنجو تمنائي
ڪنهن راڳ لتاڙيا تي، چپ ڪيئن رهئين، شاعر!
تو آگ نه آلاپي، تو باهه نه ڀڙڪائي!
(

بي زباني زبان آ، پيارا
درد جو داستان آ، پيارا
تون قريب آنهه، چاندني رات آ
ڪهڙو پيارو جهان آ، پيارا!
تنهنجو بي ساختهه تبسم آ
نانءُ جنهن جو جهان آ، پيارا
زندگي حسن جي حڪايت آ
يا سندءِ داستان آ، پيارا

تون جتان جو مہ منور آن
سا زمين آسمان آ، پيارا
ڪوئي ڪنهن جو نه آهه دنيا ۾
کهڙو تنها جهان آ، پيارا!
تو اڳيان آ ”اياز“ ڪئن خاموش!
هو ته جادو بيان آ، پيارا
ß

جيڪڏهن تنهنجن طلبگارن مان آ
اجنبي هوندي به ڇڻ يارن مان آ
پاڻ کان پيارو اسان پانيونس ٿا،
اي پرين! جي ڪو سنڌ پيارن مان آ
هن زمين تي ڪوئي ڪوئي آدمي
ڇڻ ڪتين مان آهه يا تارن مان آ
جنهن محبت ناهه ڪئي، سو اي ”اياز“
زندگانيءَ جي گنهگارن مان آ
ß

ڪير هن حال جو سبب آهي؟
ڪاٿي آهي، جي تنهنجو رب آهي
نعمتون بي حساب سانديو رک
منهنجي مانيءَ ڳيو طلب آهي
نوع انسان سان ايترو انڌير!
پو به آهي خدا؟ عجب آهي
چانڊني رات کي ”اياز“ ڏسي
ڪجهه مجان ٿو ته ڪوئي رب آهي
ß

مشڪل زندگي اجا تائين
ناي سوداوي خام کان بهتري
ڪنهن به انسان جو گداز دل
هر خدا جي --- کان بهتر
آهه هڪڙي گهڙي محبت جي
زندگيءِ دوام کان بهتر
هن جهان خراب ۾ چا آ
ذوق مينا و جام کان بهتر!
ڪوئي شاعر اجا ته جان ”اياز“
ناهه تنهنجي غلام کان بهتر
ß

اسان جي دل اوهان جو حسن، جي ملندا، ته چا ٿيندو
ڪٿي جنت ڪندا آباد پنهنجي ڪا، ته چا ٿيندو
جهان نو! اوهان جي زلف برهم جا هي سودائي
جڏهن دارو رسن تي جهومندا ويندا ته، چا ٿيندو
خوشيءَ جا راڳ ڳائيندا به ڪيسين آشيان وارا!
قفس آه و فغان سان گونجندا رهندا، ته چا ٿيندو
اسان جو عشق هاڻي مثل موج پرسڪون آهي
اگر اٿلي پيو هو حسن جو دريا، ته چا ٿيندو
اجايو زندگانيءَ پر سپون سونجهيون سي ساحل تي
نه ملندو جيڪڏهن هو گوهر يڪتا، ته چا ٿيندو
وطن تنهنجي تصور جو ”اياز“ آخر ڪٿي آهي
چئي ڏيندين اگر پڇندا وطن وارا، ته چا ٿيندو
ß

ٻي خبر ناھه، پر مرڻ ڪان پوءِ
توسان گڏجڻ جون حسرتون رهنديون
جام و مينا رهي، رهي تہ رهي
منهنجي اکڙين جون عادتون رهنديون
زندگي تلخ آ، هجي تہ هجي
روح ۾ سو ملاحتون رهنديون
سرحد غم قريب آ، اي دوست!
ساٿ ڪيسين محبتون رهنديون
تنهنجي پهلوءَ ۾ ڪيستائين دوست
ابن آدم جون جنتون رهنديون
شاه ڪان پوءِ اي "اياز" ٻڌاءِ
سنڌ ۾ ڪنهن جون آيتون رهنديون

ß

فيض آ ڪنهن جي آشنائيءَ جو
زندگي سير آ سهائيءَ جو
ساري انسان ذات ڪان بهتر
ڪوئي محرم شبِ جدائيءَ جو
ٿو هلي ذڪر آسمانن ۾
آه جي عزم نارسائيءَ جو
چئن اکڙين ۾ برق چمڪي ڪا
ويو ڪلي راز آشنائيءَ جو

ß

چا چوان آ ڪير مهمان، اي اديون
آ اڱڻ ۾ چنڊ مون سان، اي اديون
رات پر منهنجي ڪٽولي تي، مٿان
چنڊ گهوريو ٿي عجب مان، اي اديون
نينهن آيو مينهن وانگر، هاءِ هاءِ
پيو ٽڙي دل جو گلستان، اي اديون
هاءِ مان هن کي ڏيان ڪهڙي ميار
ڪنهن نڀايو ناهه ڪنهن سان، اي اديون
زندگي ڪاريون گهٽائون ٿي وئي
حال هن جو هو پريشان، اي اديون
حاصل صد زندگي آهي اگرچه
بي وفا آ عمر انسان، اي اديون
هي سڪوتِ شام ۽ هي ڪونجڙيون
هي اڪيلو روح انسان، اي اديون
سنڌ جو هي شاعر يڪتا ”اياز“
آهه ڪنهن جي ليءِ غزل خوان، اي اديون
ß
ها آءٌ گنهگار، گنهگار، گنهگار
مون پيارو ڪيو، پيار ڪيو، پيار ڪيو، پيار
تون نور به آن دور به آن، چنڊ به ناهين
سرهاڻ به آن ساڻ به آن، گل به نه آن يار
تون زلف لبِ بام وڇائين نه وڇائين
آ هي به غنيمت ته هجي سايهء ديوار
هي غنچه و گل، هي مه و انجم، هي مي و جام
بس آهه گهڙيون چار، ميان آءُ اکيون ٺار
پر آهه ميء حسن سان ميخانه هستي

تون پيءُ سدا جيءُ، ڪڏهن ٿيءُ نه هشيار
ٿي ساهه ٿيو پاهه، اسان پور ڪنئي سي
اي حسن ازل تنهنجا ته پرپور ها پندار!
معلوم نه آ منزل ادراڪ مسافر
جي پيار ڪري چانو، ذرا ويهه، گهڙي گهار
ساحل به نه گهرجي، ته سفينو به نه گهرجي
تون آءُ اچي تار، اچي تار، اچي تار
هن ڪي ته چڏي ڏينس، پيئڻ لاءِ جيئڻ لاءِ
هي شاعر آفاق "اياز" آهه، اڙي يار
ß

اي اسيران شب ٻڌو مون کي
ڪنهن جي زلفن جو داستان هان مان
غم نه ڪر هن جهانِ تيره ۾
چاندني !تنهنجو پاسبان هان مان
دامنِ تر تي وڃ نه اي واعظ
جشمِ فطرت جو رازدان هان مان
گرچه ڪک پن هان، باغ هستيءَ جو
پو به تنهنجو ئي آشيان هان مان
ڪنهن نئين آفتاب جو پيارا
هڪ شفق -رنگ داستان هان مان
ڪيئي ميخانا پي ويو آهيان
تنهنجي اکڙين جو امتحان هان مان
اِئن سنڌِ آرزو ٻئي مهڪي
جڻ ته مکڙين جي درميان هان مان
(

دلِ افسرده جون تمنائون
هو سراپا بهار ڇا ڄاڻي!
جو گهٽائن جي روح تي گذريو
پندِ پرهيزگار ڇا ڄاڻي
تنهنجي قدمن جي بي نيازيءَ کي
سجده رهگذار ڇا ڄاڻي
آرزوي ثباتِ ساحل کي
موجهء بي ڪنار ڇا ڄاڻي
موج مَيء تي روان آ ڪشتيء عمر
حسنِ معصومِ يار ڇا ڄاڻي
منزلِ زيست اشڪِ خونين آ
ڪاروانِ بهار ڇا ڄاڻي
خلشِ حسرتِ گناه سندم
تنهنجو پروردگار ڇا ڄاڻي
(

ڪجهه بهارن ۾ گل چنا ها مون
خلش نوڪ خار باقي آ
ڪاروانن کي ڪير ٿو ڳولي!
ڏس ته ڪنهن جو غبار باقي آ!
تون ملي وئين اگرچه ڇهري تي
گرد ليل و نهار باقي آ
توسان گڏجي ڪليس پر اکڙين ۾
اشڪ بي اختيار باقي آ

مدتون ٿي ويون اجا تائين
بوي پهلوي يار باقي آ
اڄ هو راتيون ڪٿي ”اياز“ مگر
ياد گيسوي يار باقي آ
ß

رنگ و بو جا غبار هوندا ها
همسفر ڇڻ بهار هوندا ها
هاءِ سا رات جو سندءِ گيسو
ساهه ۾ مشڪبار هوندا ها
هاءِ سو صبح جو سندءِ عارض
قاصدان بهار هوندا ها
هاءِ ڪئن گردن محبت ۾
آرزوئن جا هار هوندا ها
اڄ انهن جي چپن تي آهي رک
جي ضمير شرار هوندا ها
تن تي افسردتي وسي ٿي ”اياز“
جي خداي بهار هوندا ها
ß

آرزوءَ مان نجات ڪا معلوم؟
زندگي تنهنجي ذات نامعلوم
گل ٽڙن ٿا ڇٽي وڃڻ جي لاءِ
مدعاي صبا خدا معلوم
موجهء خواب تي روان آهيون
انتها آ نه ابتدا معلوم
هيءَ لڳاتار جستجو ڇا لاءِ!

**نيٺ ڇا آ نجات، نامعلوم**
**ڄڻ ابد تائين آ جلڻ ۽ جاڳ**
**خوابِ هستيءَ جي انتها معلوم**
**آئي ٿي ڪفر جي ڀني خوشبو**
**شعر ٿيا ٿي ”اياز“ جا معلوم**

ß

موج ميءِ تي روان دوان ڪوئي
آهه سهڻو سڄڻ اجان ڪوئي
صحن منهنجي ۾ آهه چانڊوڪي
آيو آهي پريان پريان ڪوئي
ميڪده ۾ اچي مجسم ٿيو
تنهنجي اکڙين جو داستان ڪوئي
بوي ميءِ سان غبار راهه پري
جهومندو آيو ڪاروان ڪوئي
هن زمين کان وڏيڪ سهڻو آ
زاهدا! ڏس ته آسمان ڪوئي

ß

زندگيءَ جي غمن تي چانو اگر
نه ڪري تنهنجو غم، وڃان ڪيڏانهن
تنهنجي اکڙين جي زير سايه هان
محو خوابِ عدم، وڃان ڪيڏانهن
منهنجا معبودا! تون ڪٿي آهين؟
ڇڏي دير و حرم، وڃان ڪيڏانهن
مختصر آه ۾ اگر نه ٿئي
داستان الم، وڃان ڪيڏانهن
نه ڪيو قدر سنڌ هاءِ "اياز"
خونچڪان آ قلم، وڃان ڪيڏانهن

ß

تنهنجي اکڙين مان پيتي آ جنهن مي
سو سدائين خمار ۾ آهي
تنهنجي مکڙيءَ مان جنهن چکيون مکڙيون
سو هميشہ بهار ۾ آهي
هاءِ تنهائي! تنهنجو وهم حسين
چڻ ته ڪوئي ڪنار ۾ آهي
سو مزو گلشن جهان ۾ ڪٿي
جو دل داغدار ۾ آهي
ڪيتري سادگي ۽ محبوبي
هن تغفافل شعار ۾ آهي
ß

نه ڇڏيندو ائين غم دوران
هو صراحي پري، ڪٿي آهي
اڄ ته ڪائي خلش نه آ دل ۾
ناوڪ دلبري ڪٿي آهي
ياد جنهن جي اچي پئي پل پل
سا خوشيءَ جي گهڙي ڪٿي آهي
آخر انسان جي منزل مقصود
اي خدا! اي خودي! ڪٿي آهي
ساحل آرزو ملي نه ملي
هوءَ حسين موج پي ڪٿي آهي
ß

رات جي وقت تنهنجي عرياني
پرتوِ ماهتاب آ گويا
اِئن بري ٿو بهار ۾ هر گُل

ڏس ته تنهنجو شباب آ گويا
حسن تنهنجو اسان جي حيرت جو
هڪ مجسم جواب آ گويا
تنهنجي اکڙين مان تشنگي نه ٻجهي!
ساري دنيا سراب آ گويا!
شام جو لهندي سج جي پردي ۾
ڪوئي غرقِ شراب آ گويا

(

ڪنهن ڪنول کي چميو هيو مون رات
هڪ متو گيت تي لڳي پرڀات
مشڪ بو تي ويو هو، منهنجو صحن
تنهنجي زلفن ۾ ليٽي پئي هئي رات
مان ستارن جي سونهن کان وڇڙي
ماڪ وانگر ڪئي بسر اوقات
هيءَ سرءُ جي أداس چانڊوڪي
رات خاموش، جيءَ ۾ جذبات
ڪوئي غم مان فرار ناهه" اياز"
جڻ محبت بهه تي وئي آ مات

(

چنڊ !تنهنجي ننڊ توکان ڪنهن کسي
چنڊ !توکي گهاوَ ڪنهن جا گهائي ويا
رات أڏري روح منهنجي مان چڪور
ڳائي ڳائي چنڊ کي ريجهائي ويا
او ڪلڻ وارا !ٻهه تي مکڙيون ته ڏينم
پاند سيئي تو وٽان مهڪائي ويا

هڪ گهڙيءَ ۾، اي پرين! تنهنجا ڪنول
آگ ڪائي جڻ لڳن ۾ لائي ويا
راز جيڪو ڪنهن پيمبر حل نه ڪيو
اي پرهه! تنهنجا پکي سمجهائي ويا
ß

زندگيءَ جي رج ۾ زخمي هرڻ
تا پڪارڻ، کو وجي پاڻي پرڻ
ٿو وجان ترهو تصور جو ڪٽي
اي ازل! مان تار تنهنجي ۾ ترڻ
چنڊ هڪڙي ڳالهه ڪئي مون کي ڳجهي
مان تڏهن توتي ڪلان ٿو، اي مرڻ!
تند منهنجي چنڊ سان لائون لهي
جهومندي نچندي لڳي واپس ورڻ
راڳ ڪائي آڳ ٻاري آ "اياز"
ڳائڻو جنهن ۾ لڳو ڀهه ڀهه ٻرڻ
ß

اي صراحي پڪار، کو آهي؟
ميڪده هئن خموش چو آهي!
هن جهان وسيع و تنها ۾
ڪجهه محبت جو آسرو آهي
ميڪدي جي اداس سانجهيءَ ۾
ڪير چوندو پيئڻ برو آهي!
هر تغزل پري تمنا جو
لبِ محبوب قافيو آهي
بهتر آهي وسام شمع سحر

ختم ٿي رات، سوجهرو آهي
ڪاروان حيات ڪي ترساءِ
هر مسافر ٿڪو ٿڪو آهي
ان ۾ تنهنجي چمن جو آ ميناج
شعر شايد "اياز" جو آهي
ß

ڪنج ويران وسعتِ ايام ۾
سايه مهتاب پنهنجي جام ۾
مون شفق مان ٿي چڱا سورج مکي
هو جڏهن آيو نقابِ شام ۾
ڪنهن نه ڄاتو، خوگر پرواز جي
عمر گذري آرزوي دام ۾
هاءِ سو پل! ٿِي ڏسي خود کي جڏهن
زندگي آئينه انجام ۾
هي شفق ۾ آشيان، هي سرد واءُ
اڄ ته اڏري آ سرءُ جي شام ۾
ڪجهه ته هو، جو دار تي ڊوڙي ويس
زندي گذري پئي آرام ۾
شب پرستو! ننڊ مان جاڳو، اٿو
آفتاب آيو اسان جي جام ۾
شاعر سرمست آهيان، گرچه مان
سرمد و منصور عرف عام ۾
سو نه 'روميءَ' ۾ نه 'رازي' ۾ "اياز"
مون ڏٺو جو 'حافظ' و 'خيام' ۾
ß

اکڙيون جو پل لاءِ پوريون سي، ڪيئي پيارا ويجهو ها
وڇڙي ويا جي ورهين کان، سي جيءَ جيارا ويجهو ها
پو به اسان جي روح نه پاتو، پٽڪي پٽڪي چين
تنهنجون اکڙيون مڌ جون پياليون، ڪيئي سهارا ويجهو ها
ڪيئن چوان چا لاءِ چڪن ٿيون، لهريون ۾ لس ليٽ
پوءِ به اونهي سان اٿڪياسي، گرچه ڪنارا ويجهو ها
ڪيئن چوان او ڪيئن چوان، چا لاءِ ٿلياسي ٿانڊن تي
جيءَ اسان جي ۾ هئي جهرمر، چنڊ ستارا ويجهو ها
دور ويا مجبور هيا، ويا سپرين پنهنجو سات ڇڏي
پو به ”اياز“ اسان جي دل کي، هو دل وارا ويجهو ها
ß

زندگي گذري تلاش يار ۾
ڪوچه گرديءَ ۾، صدا ۾، سار ۾
روز و شب ڇڻ ٿي رهي ساغر بدست
ڪائي صورت ديده خونبار ۾
ڏس ته، پوکيندو رهيو آهيان گلاب
زندگي تنهنجي مسرت زار ۾
چنڊ چايو آهه، وينو آ ”اياز“
ميڪدي جي سايه ديوار ۾
ß

# پورو ٿيو